



# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان سورهه ميراڻي


Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# لطيفي گل

چُنبيندڙ

عبدالواحد

حاجي احمد (آدم سيلاني)

خبردار! تحقيق، جيڪي الله جا دوست آهن، تن کي نڪي دنيا ۾ خوف خطرو آهي ۽ نڪي آخرت ۾ ئي غم رهندو. (ق)

# لطيفي گل

قيمت ۱-۰۰ ] [دفعو ۱

جلد ۱۰۰۰ ] [سال ۱۹۵۹ع

چونڊيندڙ


عبدالواحد حاجي احمد ڀٽي (آنم سيلاني)

اسسٽنٽ ماسٽر ايس- ايم اسڪول پير جهنڊو

تعلقه هالا

## نذرِ عقيدت

آءٌ هيءَ ڪتاب ”لطيفي گل“ پنهنجي ابتدائي استاد برادر مرحوم و مغفور ميان ’ولي محمد‘ جي روح ڏي منسوب ڪريان ٿو، جو پنهنجي عنفوان شباب ۾ دارالفنا مان الوداع ڪري دارالبقا ڏانهن راهي ٿي ويو“.

(اِنالِله وَ اِنَا اِلَيْهِ راجِعُوْنَ).

سيني قارئين و سامعين ڪرام کي عرض آهي، ته ڪتاب جي پڙهڻ بعد ثواب مرحوم جي روح کي بخشين.

درين دهر سرائے بے مواسا،

بہ نعمتهائے خويش ڪن شناسا.

بندہ

آدم سيلاڻي

## پيش لفظ

گل ته گهڻئي سهڻا ۽ سرها، پر انهن کي ونجهو ڪير وڃي؟ سيڪنهن جي جاءِ ناهي جو سينو ساهي. گلن ۾ هٿ وجهبا ته سيلهن سان اوس سنگت رکڻي پوندي. اسان جي نوجوان اديب محترم آدم صاحب پٽني، جنهن دليري ۽ همت سان هن اوکي ڪم ۾ هٿ وجهي ”لطيفي گل“ چونڊي هڪ هنڌ سهيڙيا ۽ سموهيا آهن، تنهن مان سندس ادبي عشق پڌرو ٿئي ٿو.

دنيا جي پراڻي دستور موجب پٽائي جي عاشقن پڻ عقيدت وچان شاهه جي ”چمن ادب“ ۾ ڪي اهڙيون من گهڙت ڳالهيون ڪٺي رچيون آهن، جن کي گلن جي بدران ڪنڊن سان نسبت ڏجي ته به جڳائي. شاهه صاحب جهڙي موحد ۽ متشرع بزرگ لاءِ نه صرف ڪلام ۾ مگر قصن ۽ ڪهاڻين ۾ پڻ ڪوڙي ۽ اجائي واڌاري کان ڪم ورتي اسلام جهڙي پاڪ دين تان ذري گهٽ چٽر ڪئي ويئي آهي، جنهن تي جيترو ماتم ڪجي اوترو ٿورو آهي، جاڪاڻ ته انهيءَ مبالغه جي مرض ۾ اڻ پڙهيل ڏريون ته ڇڏيو، مگر علم و ادب جا پٽنگ پڻ ورتل نظر اچن ٿا.

انهيءَ خيال کان هن نوجوان گلچين جي چونڊ نهايت پسند ٿي اچي، جو هن صاحب ڏند ڪٿائن توڙي شرعي نقطهءِ نگاه کان ڪمزور، بي بنياد ۽ قابل اعتراض ڳالهين کي پاسيرو رکي ڪتاب کي پاڪ و صاف صورت ۾ عوام جي آڏو آندو آهي.

”لطيفي گل“ ادبي دنيا ۾ واقعي هڪ نئين شيءِ پيش ٿي رهي آهي، جنهنڪري نه صرف ادبي دنيا ۾ هڪ پاڪ ۽ صالح ادب جي ڪتاب جو واڌارو ٿيو آهي، مگر اسان جي آئنده نسلن لاءِ پڻ سهڻي عملي پروگرام جو نقشو پيش ڪيو ويو آهي. سندس ڪلام جي هڪ هڪ تڪ، توڙي ڪهاڻين جي گفتگو مان اسلامي سورج جا ڪرڻا پيا ٻکن. ميني ڪهاڻين ۾ شاهه صاحب جي نمرتا ۽ نياز، عفو ۽ درگذري. ڪانئڌ ۽ برد باري، توڪل بر خدا وغيره وغيره جهڙا سهڻا سهڻا نڪتا سمايا پيا آهن. انهيءَ بلند ڪردار جون حقيقتون واقعي اسان جي گمراه ماحول ۾ نئين روشنيءَ جو ڪم ڏينديون.

آمين.

**بيوس هالائي**

(عبدالله جان محمد ابڙو بيوس)

بي- اي (ايل- ايل- بي)

# ٻہ اکر

هن ننڍڙي ڪتاب ۾ مصنف جيڪا ڪرجنا ۽ محنت ڪئي آهي، سا بلڪل تحسين جوڳي آهي. هن وقت مصنف پرديس ۾ انگلش ٽيچر هئڻ سبب، اڪيلا ئي ء وند رائڻ لاء، لطيفي باغ ۾ گهڙي، نہ فقط شاهي رستن تان بلڪ ان جي سوڙهين سڙڪن ۽ ڪنڊ ڪڙڇ مان سرها گل (لطيفي گل) چونڊي، هڪ عمدي مالها ٺاهي آهي، جنهن ڪي اميد ٿہ شاہ جا شيدائي پنهنجي گلي ۾ پائي خوب واسائي وٺندا.

ٻنده،
عبدالله ابڙو
هـ . م پرائمري اسڪول مريد سوها
(تعلقہ هالا)

١٠- ڊسمبر ١٩٥٨ع

## پڙهندڙن کي عرض

آهي ته مون کي ننڍي هوندي کان ولي شاهه صاحب جي بيتن ۽ ڳالهين پڙهڻ جو نهايت شوق هوندو هو ۽ اڄ تائين اهائي سڪ دل ۾ رهندي اچي ٿي. ڪيترا ڏينهن اڳي، ماڻهن جي واتان جيڪي شاهه صاحب جا نقل ۽ مزيدار بيت پڙندو هوس ته ڪنهن ڪاغذ پرزي تي اتڪائي ڇڏيندو هوس. ڪجهه وقت بعد ڪي وري ڪتابن جي مطالع ڪرڻ سان هٿ لڳا. ائين ڪندي ڪيترائي نقل گڏ ٿي ويا.

هڪ ڏينهن انهن پنن کي اٿلائيندي خيال آيو ته ڇو نه هنن سڀني نقلن کي گڏ ڪري، ڪتاب ڇپائجي ته پڙهي پيا لطيفي حبدار منجهانئس مزو وٺن! انهيءَ خيال جي آڌار تي، اهي نقل نمبروار لکي ڪيئن ڪتابي صورت ڏني وئي آهي، مگر منجهانئن جيڪي زياده سڪ جو سبب هئا، يعني عام ماڻهن جا ٺاهيل معلوم پئي ٿيا ۽ جن لاءِ سچي ثابتي ملي نٿي سگهي، انهن کي هن ڪتاب ۾ هرگز جڳهه ڏيڻ نامناسب سمجهي وئي.

ڪتاب جو نالو "لطيفي گل" رکيو ويو آهي. هيءَ ڪتاب جيتوڻيڪ ننڍڙو آهي، مگر اميد اٿم ته ان مان گهڻن کي چڱو واس ايندو.

(گر قبول افتد زهي عزو شرف)

٢- جيڪڏهن ڪنهن به پاءَ کي ڀٽائي عليه الرحمت بابت ڪي ڳالهيون، ڏند ڪٿائن کان پاڪ ايندڙيون هجن ته براه ڪرم، مون ڏانهن ڏياري موڪلين ته ايندڙ چاپي ۾ سندن باشڪريه اضافو ڪيو وڃي.

٣- هن ڪتاب ۾ جتي "شاهه صاحب، ڀٽائي صاحب يا ڀٽائي گهوٽ" لکيل آهي، ان مان شاهه عبداللطيف رحمت الله عليه جو مطلب سمجهڻ گهرجي.

والسلام

طالب العلم

عبدالواحد (آدم ميلاڻي)

معروف ڀنيرا (هالا)

نوٽ: جهڙيءَ طرح هن چاپي ۾ ڪن ٿورن ڳالهين جو "سرهاڻ" سان اضافو ڪيو ويو آهي، اهڙيءَ طرح انشاءالله ايندڙ چاپي ۾ ٻئي وڏيڪ ڳالهين کي زيب ور بنايو ويندو.

(آمين)

# حمد

اول الله عليم، اعليٰ عالم جو ڌڻي،
قادر پنهنجي قدرت سين، قائم آهه قديم،
واليءَ واحد وحده، رازق رب رحيم،
سو ساراهه سچو ڌڻي، چئي حمد حڪيم،
ڪري پاڻ ڪريم، جوڙون جوڙ جهان جون.

الله جيئن نالوءِ، تيئن مون وڏو آسرو،
خاوند تنهنجي ڪانڌ جو، پرو پانڌ نه ڪوءِ،
نالو رب سندوءِ، رهيو آهم روح ۾.

مٺو جيئن نالوءِ، تيئن مون وڏو آسرو،
ڪو در ناهه جهوءِ، مون گهڻا در نهاريا.

جيڪي منجهه جهان، سو ڏاريءَ ڏيکي تنهنجي،
لطف جي لطيف چئي، تو وٽ ڪمي ڪان،
عدل ڇٽان آن، ڪو ڦيرو ڪج فضل جو.

ڪوڙين ڪاياڻون، تنهنجون لکن لک هزار،
جيءَ سيڪنهن جيءَ سين، درسن ڏارو ڏار،
پريم تنهنجا پار، ڪهڙا چئي ڪهڙا چوان؟

ڇا کي وڃيو ڇو، ٻيلي ٻهڻن ٻين جو؟
وٺ ڪنجڪ ڪريم جي، جڳ جو والي جو،
سو ڪو هوندو سو، جنهن جو عشق الله سين.

خالق خلق ڪي، باري ڪيو بيان،
جني ڪُن فيکونُ ڪي، جوڙيائين جهان،
سج چنڊ تارا ڪتيون، ارض آسمان،
ساراهي سبحان، مڙني مُحمد مڃيو.
سو هيڏانهن سو هوڏانهن، سو ئي من وسي،
سو ئي سو پسي، ڀريان سنڌ و سوجهرو.

ايڪ قصر د ر لک، ڪوڙين ڪٽس گهڙ ڪيون،
جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن سڄڻ سامهون.

## نعت

جوڙي جوڙ جهان جي، جڏهن جوڙيائين،
خـاونـد خـاص خلقي، محمد مڪائين،
ڪلمو تنهن ڪريم تي، چئو چايائين،
انا مولاڪ وانت محبوبي، ائين اتائين،
ڏکي ڏنائين، پنهنجي سرائون سيد چئي.

جوڙي جوڙ جهان جي، پاڻ ڪيائين پروار،
حامي هـادي هـاشمي، سردارن سردار،
سونهي صحابن سڀ، منجهه مسجد مڙيادار،
چار ئي چڱا چوڏار، هئا هيڪاندا حبيب سين.

ڪوڙين ڪيرت آئيا، مانجهي مڙيادار،
جن ڳڙهان ٻاهر ڳائيو، سهجان سڀ چمار،
هن تنبيري جي تند جي، هت پهرين هئي پچار،
آءُ مٺاڻهون مڱڻا، چـڙهي در دئار،
تـو کـي کهوٽ کهرائيو، خلوت لاءِ ڪنگهار،
التحيات لله والصلوات والطيبات، هي ڪلمي
ڪيائون ڪينڪار،
السلام عليڪ ايها النبي و رحمة الله و برڪاته،
هيءُ پروڙج پچار،
سنئو ٻه سنسار، تـه مـڙ ملڪ ڏنائين مڱڻين.

ٻاروچا ٻيا گھڻا، منھنجو سر سين،
ڇانگي تي چڙھي، ڪندو مٺي وڙ ولھين،
مٺي معذورين، ھوت ڏريندو ھڏڙا.

ڪٽي نيڻ خمار مان، جان ڪيائين ناز نظر،
تہ سورج شاخون جھڪيون، ڪوماڻو قمر،
تارا ڪتيون تائب ٿيا، ڏيکيندي دلبر،
جھڪو ٿيو جوھر، جانب جي جمال سين.

ٻاچاڏؤن ٻئي، تيمو آڳاڏو اڳرو،
چڪس سڀ ڇني، تنھن مولي مينھن وسائيا.

ناز منجھاران نڪري، جڏھن ٻرين ڪري ٿو ٻنڌ،
ٻونءِ ٻڻ 'بسم الله' چئي، راھ ڇمي ٿي رند،
اپيون گھڻي ادب سين، حورون حيرت ھنڌ،
سائين جو سوڳند، ساجن سيڻان سھڻو.

# گل ڦريون

## متعلوي سيد

شاهه صاحب جا وڏا اصل هرات جا وينل هئا، مگر تيمور سلطان جي هندستان تي ڪاهه واري زماني ۾ 'سيّد مير علي' نالي هڪڙو سادات هندستان ۾ آيو، جنهن جو هڪڙو فرزند 'سيّد حيدر' نالي اچي سنڌ ۾ نڪتو ۽ هالن پراڻن ۾ رهڻ لڳو، جتان شادي ڀڻ ڪئي هئائين. ڪانئس پوءِ سندس پويان مٽيارين ۾ رهڻ لڳا. انهن ڏينهن ۾ مٽيارين کي "متعلوي" چوندا هئا. اهو ئي سبب آهي جو اهي "متعلوي سيّد" سڏبا آهن.

شاهه صاحب جي سيّد مير علي هراتيءَ سان هن طرح پيڙهي ڳنڍجي ٿي:

شاهه صاحب (سيّد عبداللطيف) بن شاهه حبيب بن شاهه عبدالقدوس بن شاهه جمال بن شاهه عبدالڪريم بن سيد لله (سيّد لعل محمّد) بن سيّد عبدالمؤمن بن سيّد هاشم بن سيّد حاجي بن سيّد جلال بن سيّد شرف الدين بن سيّد ميرعلي بن سيّد حيدر بن سيّد ميرعلي هراتي.

شاهه حبيب کي اولاد ڪونه ٿيندو هو، تنهنڪري هڪڙي ڪامل درويش کان دعا گهريائين، جنهن چيس

ته، ”پٽ ملندءِ مگر نالو رکجانس، عبداللطيف“.

چون ٿا ته ان کان پوءِ شاهه حبيب کي هڪڙو پٽ ڄائو جنهن جو نالو درويش جي فرمودي موجب عبداللطيف رکيائين، مگر ننڍي هوندي ئي رباني راهه وٺي ويو. ڪجهه ڏينهن بعد وري ٻيو پٽ ڄائس انجو نالو پڻ ”عبداللطيف“ رکيائين. جو ڪامل اولياءَ ۽ سرتاج الشعراءِ ٿي گذريو آهي. شاهه صاحب ڇهن ڀائرن ۾ وچان هو. سندس سلسليوار بيان هن ڪتاب ۾ ڏنو ويو آهي.

# گل پهريون

## الف ۽ ب

نقل آهي ته ’شاهه صاحب‘ کي ننڍي هوندي سندس والد ’آخوند نور محمد ڀٽيءَ‘ وٽ پڙهائڻ لاءِ ڇڏيو. آخوند صاحب چيس ته، ”چئو، الف“، شاهه صاحب چيو ته، ”الف“. وري آخوند صاحب چيس ته ”ب“، شاهه صاحب جواب ڏنو ته، ”ب وري ڇا جي؟ مونکي ”الف“ ئي بس آهي“.

گهڻي ريڙهه پيڙهه کان پوءِ لاچار آخوند صاحب، شاهه صاحب کي وٺي سندس والد (شاهه حبيب) وٽ آيو ۽ سموري حقيقت کيس ٻڌايائون. شاهه حبيب اها ڳالهه ٻڌي، سموري حالات کان واقف ٿي ويو. پنهنجي فرزند کي چيائين ته، ”ابا تون حق تي آهين مگر الاهي علم سان گڏ دنوي علم پڻ چڱو آهي تنهنڪري ’ب‘ کي پڻ نه ڇڏڻ گهرجي“.

# گل ٽيون

## مغلن جي نفرت

ڳالهہ ڪندا آهن تہ مغلن جو شاهہ صاحب جي وڏن سان تمام سهڻو سلوڪ هوندو هو. منجهن پرهيز ايتري قدر هوندي هئي جو ڪوبہ سندن گهرن ۾ نہ ايندو ويندو هو. مگر اتفاقا ڪو تپ تڏو ٿيندو هو تہ مذڪور سيّدن مان ڪنهن کي ڦيٽي چنبڙي لاءِ وٺي ويندا هئا. تنهنڪري مغلن جو شاهہ حبيب ۾ تمام گهڻو اعتقاد هوندو هو.

هڪڙي ڏينهن مرزا بيگ جي نياڻي ناچاق ٿي پيئي ۽ رواج موجب هڪڙو ماڻهو شاهہ حبيب کي وٺڻ آيو. اتفاق سان شاهہ حبيب پڻ ان ڏينهن طبيعت ۾ ناخوش هو، تنهنڪري پنهنجي پٽ شاهہ عبداللطيف کي ان ماڻهوءَ سان گڏي روانو ڪيائين. مغل، شاهہ صاحب کي گهر وٺي ويا. انهن پنهنجي نياڻيءَ کي ڪپڙي ۾ ويڙهي سيڙهي فقط سندس هڪ هٿ جي چيچ ظاهر ڪري شاهہ صاحب کي ڏني. شاهہ صاحب ڇوڪريءَ جي آگر هٿ ۾ وٺندئي الاهي عشق ۾ محو ٿي ويو، سو يڪدم چوڻ لڳو تہ:

"جنهن جي آگر سيد هٿ ۾ – تنهن کي نڪا لهر نڪو لوڏ و".

مغل اها ڳالهہ ڏسي ويا ۽ ان وقت تہ ڪجهہ بہ ڪونہ ڪڇيا مگر پوءِ سيدن کي نفرت سان ڏسڻ لڳا.

انهيءَ کان پوءِ شاهه صاحب، الاهي عشق ۾ جهنگل جهاڳيندو، جبل ۽ رڻ پٽ سوجهيندو وتندو هو.

## گل چوٿون

### تير جو تعويذ مان لنگهڻ

ڳالهه ڪندا آهن، ته هڪ ڏينهن مرزا بيگ پنهنجي نياڻيءَ لاءِ شاهه حبيب کان تعويذ لکائي هٿ ۾ ڪنيو گهر ڏانهن پئي ويو ته واٽ تي 'شاهه لطيف' مليس جنهن کي ان وقت تير ڪمان هٿن ۾ هئي. شاهه صاحب جيئن تير هٽي رهيو هو، ته اوچتو اهو تير 'مرزا بيگ' جي هٿن ۾ جو تعويذ هو، ان مان آرپار لنگهي وڃي پٽ تي ڪريو؛ مگر مرزا جي هٿن کي ڪجهه به اثر ڪونه ٿيو. تير جو تعويذ مان ائين لنگهڻ ڄڻ ته 'شاهه صاحب' جي ان جي نياڻيءَ سان شادي جي پيشنگوئي هئي.

## گل پنجون

### مغلن جي زواليت

هڪڙي ڏينهن مغلن جي غيرحاضريءَ ۾ دل قوم جا ماڻهو مغلن جي گهرن تي ڪاهي آيا ۽ مال ملڪيت ڦري لٽي روانا ٿي ويا. ٿوريءَ دير کان پوءِ مغل انهن جي ڪڍ پيا. اها خبر جڏهين 'شاهه صاحب' کي پيئي تنهن پاڙيسريءَ جو فرض سمجهي، ڪي ماڻهو ساڻ ڪري، مغلن جي مدد لاءِ روانو ٿيو. جڏهن مغلن، 'شاهه صاحب' کي واٽ تي ڏٺو، تڏهن ڪاوڙ مان

ڪيس پٽ تي موٽڻ لاءِ چيو ۽ ڪُهه وڏ پڻ ڳالهايو. 'شاهه صاحب' انهن کي ڪهڙو ٿي سمجهايو ۽ وڏيڪ انهن پڻ چيائين ته، "جي آءٌ مري ويس ته به اوهان جي فتح، جي هنن کي ماريوسون ته به اوهان جي فتح". تڏهن به 'مغلن' هن جي هڪ به نه ٻڌي ۽ پاڻ وڏيڪ گستاخي ڪرڻ لڳا. تنهن تي شاهه صاحب پڻ ڪاوڙجي چوڻ لڳو:

"بيگ تنهن جي بيگي ڪوڏڙيءَ ۾ ڪان،
اُٿم آس الله ۾ دل مارينئي مان".

بس، قدرت خدا جيءَ سان انهيءَ پيشنگوئيءَ جو تير اهڙو نشان تي وڃي پورو لڳو، جو 'مغلن' مان گهڻا مرد ماڻهو انهيءَ ويڙهه ۾ مارجي ويا. باقي وڃي عورتون رهيون، جن سهي ڪيو ته اهو سيئي سيدن جي بد دعا جو نتيجو آهي، تنهنڪري شاهه صاحب وٽ وڃي ڪيل خطائن جي معافي ورتائون ۽ اَن ڇوڪريءَ (جنهن کي شاهه صاحب ڦيٽو وڌو هو.) جو مڱڻا پڻ شاهه صاحب کي ڏنائون.

## گل ڇهون

## ڇڱا ڪن ڇڱايون

مرزا بيگ پنهنجي حياتيءَ ۾ شاهه صاحب کي گهڻيئي تڪليفون ڏنيون هيون. انهيءَ جڏهن وفات ڪئي، تڏهن شاهه صاحب جي فقيرن مان ڪنهن سندس وفات جي تاريخ بود خبيث (هڪ فسادي هو)

---

مان ڪئي. شاهه صاحب کي اهي لفظ پسند نه آيا، تنهنڪري چيائين ته، "ائين چوڻ نه کپي، مگر هيئن چوڻ گهرجي ته "يڪ مغل به بود". جنهن جي معنيٰ آهي ته 'نيٺ به هڪڙو مغل هو'. حساب ڪيو ويو ته انهن لفظن جو عدد پڻ ساڳيو ئي ۱۱۲۴ آيو.

سرهاڻ: جيئن ڪنهن گهوڙي جي هوڪي مان ئي سندس وکر جي خبر پئجي سگهي ٿي. تيئن انسان جي پڻ زباني گفتگو مان سندس هلت چلت جي خبر پئجي ٿي وڃي. گويا سندس زبان گواهه آهي ته سندس عمل ڪهڙا آهن، تنهنڪري جڳائي ته ٻاڻ کي هميشه چڱي هلت تي هيرائجي جو زبان پڻ چڱي شاهدي ڏيڻ ۾ ڪوتاهي نه ڪري.

چڱا ڪن چڱايون - مٺايون مٺن،
جو وڙ لاڳ جن سين - سو وڙ سيئي ڪن.

## گل ستون

## ٻلي جي خواهش

هڪڙي ڏينهن شاهه صاحب جي گهر ٻار ڄمڻ جو وقت اچي ويجهو ٿيو، ٻلي کائڻ جي خواهش ٿي هئي، تنهن ڪري هڪڙي نوڪر کي ان جي خريد ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو ويو. نوڪر جيئن سهڪندو و سهڪندو ٻلو وٺي ٿي ويو ته اوچتو شاهه صاحب وٽ تي مليس. جڏهن شاهه صاحب کي معلوم ٿيو ته هو ٻلو وٺڻ وڃي

رهيو هو، تڏهن چوڻ لڳو ته، "اسان کي اهڙو اولاد نه گهرجي، جو اجا ڄائو نه ڪونه آهي ته، هينئر نه فقيرن کي رلائي ٿو. ڄائو ته الائي ڪهڙا ڪلور ڪندو؟"

چون ٿا ته، انهيءَ چوڻ جو اثر اهڙو ٿيو جو ٻار ڳرڀ ۾ ئي وهي ويو ۽ وري کوس اولاد ڪونه ٿيو.

# گل اٺون

## ڀُڻي ڪُٺي ڀساهه

ڳالهه ڪندا آهن ته، هڪ دفعي 'شاهه صاحب' جهنگ ۾ هڪ هنڌ ويٺو هو، گهڻي وقت گذرڻ جي ڪري مٿس واري چڙهي ويئي هئي فقط چادر جو هڪ پلؤ ٻاهر هوا ۾ پئي لٽڪيو.

گهڻن ڏينهن جي وڇوڙي ڪري سندس والد صاحب اهو سهي نه سگهيو سو کيس ڳولڻ لاءِ نڪتو. جڏهن ان هنڌ آيو ته، ڏٺائين ته، فقط هڪ پلؤ ڪان سواءِ ٻيو سڀني واريءَ ۾ ڍڪجي ويو هو. سو سمجهيائين ته، شايد 'شاهه صاحب' وفات ڪري ويو، تنهنڪري دردمان دانهن ڪري چيائين ته:

"لڳي لڳي واءُ، ويا لنگهڙا لٽجي".

شاهه صاحب پنهنجي پيءُ جو آواز سڃاڻي جواب ڏنو ته:

"ڀڻي ڪٺي ڀساهه ڀسڻ خاطر پرينءَ جي".

انهن ڄڻي اچي پنهنجي پيءُ سان مليو.

## گل نائون

### هوت وسي هر هنڌ

نقل آهي ته پڻائي گهوٽ کئين لڳا جوڳي فقيرن سان گڏجي تيرٿ تڪيا گهمڻ ويندو هو. بعضي بعضي ته ڪيترا ڏينهن ڏيکو سفر ۾ هوندو هو. جيئن ته مائٽن کي پنهنجي اولاد لاءِ وڏي ڪ محبت هوندي آهي. تنهنڪري شاهه حبيب (شاهه صاحب جو والد) پڻ پنهنجي فرزند ارجمند 'شاهه عبداللطيف' جو ايڏو وڇوڙو سهي ڪين سگهندو هو. (اهڙي ڳالهه گل اٺين ۾ پڻ لکي ويئي آهي.) لاچار هڪ ڏينهن چوڻ لڳس ته:

"ڪوڙا سامي ڪوڙا سامين پنڌ،
هوت وسي هر هنڌ، هو ڪهين وڃن هنگلاج ڏي".

انهيءَ تي 'شاهه عبداللطيف' پنهنجي والد کي ادب وچان هيٺيون جواب ڏنايو:

سچا سامي - سچا سامين پنڌ،
هوت وسي هر هنڌ - پر هنن ڏٺو هنگلاج ڏي.

## گل ڏهون

### حد پڄي جي هڪڙي

هڪڙي دفعي شاهه صاحب، ڪوٽڙيءَ ۾ ويل هو ته اوچتو اتي هڪڙو قاصد سندس والد جي بيماريءَ جي خبر کڻي اچي حاضر ٿيو:

ڪنهن جي نيهن لڏا، جو مون واجهائيندي ته ورو،
جيڪي مون ڪندا، سو جانب ڪريو جيڙي.

شاهه صاحب وري قاصد کي ڏڍ دلاسو ڏيئي چوڻ لڳو تہ "آءٌ بابي جو موت اکين سان ڏسي ڪين سگھندس. چو تہ زياده ڏک ڏيڻ ڪري ڌڏيءَ وٽ ڏوهاري ٿي پوندس جو هن سان اهڙو انجام ڪيل آهي. بابي کي چئجانءِ تہ آءٌ پڻ توهان سان گڏ آهيان." هيءَ بيت پڻ قاصد کي پنهنجي والد صاحب ڏانهن ڏياري موڪليائين:

هتان ٿنين ملور، ڪين آڳاهون آهيان،
ڏسڻ ۾ ڪر ڏور، پر حد پنهي جي هڪڙي.

# گل يارهون

## شاهه ڪريم جي پيشنگوئي

چون ٿا تہ، شاهه ڪريم (ڀٽائي صاحب جو ڏڏاڏو) مخدوم نوح عليہ الرحمت وٽ تمام گهڻو ايندو ويندو هو ۽ بلڙيءَ وڃي وهڻ لاءِ پڻ انهن جو ڏي چوڻ هوس.

هڪ دفعي جيئن هو مخدوم صاحب وٽ فقيرن سميت وڃي رهيا هئا تہ واٽ تي هڪ هنڌ ويهي ڪجهہ وقت آرام ولڻ لڳا. جڏهن ظهر جو وقت ٿيو، تڏهن پنهنجن ساٿين کي نماز جي واسطي ميدان صفا ڪرڻ لاءِ چيائون. جڏهن نماز پڙهي فارغ ٿيا، تڏهن 'شاهہ ڪريم' چوڻ لڳو تہ "اسان جي پٽ مان ڪو پيدا ٿيندو، جو هن ويرانيءَ کي اچي وسائيندو".

انهيءَ پيشنگوئي جو نتيجو اهو نڪتو جو ان هنڌ

وري شاهہ عبدالطيف اچي پنهنجو مڪان ٺهرايو جو اڃا تائين قائم آهي. اهڙيءَ طرح اهو هنڌ آباد ٿي ويو.

## گل ٻارهون

### مسجد نبويءَ جو نقش

چون ٿا تہ، جڏهن ڀٽ تي مسجد جي تعمير ٿي رهي هئي، تڏهن ڀٽائي صاحب رازي کي حڪم ڪيو تہ "هن مسجد جو نقش 'مسجد نبويءَ' جو هجڻ گهرجي". رازي عرض ڪيو تہ، "سائين، مون اها مسجد ڏٺي نہ آهي، پوءِ ان جهڙي ڪيئن ٺاهي سگهندس؟" انهيءَ تي شاهہ صاحب رازي کي چيو تہ، "پنهنجون اکيون بند ڪر". رازي جڏهن ائين ڪيو تہ ان کي مسجد نبويءَ جو نقش ڏسڻ ۾ آيو. تنهن کان پوءِ هيءَ مسجد پڻ ان جهڙي ٺاهي راس ڪيائين.

چون ٿا تہ، جڏهن مسجد جڙي راس ٿي، تڏهن شاهہ صاحب کي ان جي اڏاوت نهايت پسند آئي، جنهنڪري چوندو هو تہ، "جيڪر هيءَ مسجد ڪٺي شاهہ ڪريم جي مقبري جي ڀرسان هاڻي رکان!" نيٺ اتي يعني بلڙيءَ ۾ پڻ اهڙي مسجد ٺهرايائين.

## گل تيرهون

### ڏارس ڀڳو

هڪڙي دفعي مسجد جي اڱڻ ۾ 'ڀٽائي صاحب' پنهنجي فقيرن سان گڏجي ٻتر ٻڌي رهيو هو، تہ اوچتو

هڪڙو ماڻهو آيو جو حرمين وچ رهيو هو. انهيءَ جڏهن ڏٺو ته شاهه صاحب پڻ هين مزورن سان گڏ مزوري ڪري رهيو هو، تڏهن هڪڙو پٿر ڪڍي شاهه صاحب کي ڏيئي چوڻ لڳو ته، "هيءُ پارس پٿر آهي. هيءُ جيڪڏهن لوهه کي لائبو ته سون ٿي پوندو". هيون پڻ ڪيترئون ئي وصفون ٻڌايائين. پوءِ موڪلائي هليو ويو.

شاهه صاحب اچا هٿ ۾ ڪنيو ويٺو هو ته اوچتو هٿن مان ڪري پٽ تي وچي ڪهاڙيءَ کي لڳو، جا سوني ٿي پيئي. شاهه صاحب اهو ڏسي چيو تہ، "شاهوڪارن جي سنگت مان رڳو نقصان ئي ملڻو آهي. هاڻي هيءَ ڪهاڙي به بيڪار ٿي پيئي". ائين چئي اهو پٿر ۽ ڪهاڙي هڪڙيءَ اگڙيءَ ۾ ٻڌي هڪ ڪنڊ ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيائين.

جڏهن اهو حاجي حج پڙهي واپس آيو، تڏهن شاهه صاحب سان ملڻ جو خيال ڪيائين ۽ دل ۾ چيائين ته، "آءٌ هن کي پارس پٿر ڏيئي آيو هوس. سو هاڻي ضرور وڏو شاهوڪار ٿي ويو هوندو". جڏهن اچي ڏٺائين ته شاهه صاحب اچا ساڳيءَ مسڪينيءَ حالت ۾ هو تڏهن عجب ۾ پئجي انجو سبب پڇيائين. شاهه صاحب چيس ته، "ادا، توهان جي ڏنل شيءِ مان اسان کي ڪوبه نفعو ڪونه ٿيو آهي. مهرباني ڪري پنهنجي امانت کڻي وڃو". ائين چئي پٿر ۽ ڪهاڙي کڻي آڻي ڏنائينس.

**سرهاڻ** : سچ آهي ته جيڪي ڏک ۽ سک ۾ ڌڻيءَ تي ٻاڙين ٿا انهن کي غير جي ڪابه پرواهه نه آهي.

ڏٺي تعاليٰ جي يادگيري نياز ۽ نهٺائي جي وسيلي حاصل ٿئي ٿي. غير جي محبت مان فقط وڏائي يا فخر ملي ٿو، جو شيطاني فعل آهي. تنهنڪري ٻانهي کي وڏائي ڪرڻ نه گهرجي ڇو ته وڏائي ۽ نهٺائي هڪٻئي جي ضد ۾ آهن جن جو هڪڙي هنڌ رهڻ ٿي نٿو سگهي. تنهن لاءِ ڪنهن شاعر جو قول آهي ته :

خودي ۽ خدا — ڪين ماپندا من ۾،
ٻن ترارن جاءِ — ڪا آهي هڪ ميان ۾؟

# گل چوڏهون

## آهي گهڻو آولو فقيريءَ جو فند

هڪڙي ڏينهن جيئن مسجد جي ڇت ڪسي اوساري ڏيڻ لاءِ فقير صبح جو سوير آيا ته ڏٺائون ته ڪنهن ڪتي ڇت تي ڪرفتي ڪري ڇڏي هئي. فقير اڃا رڙون هلائي رهيا هئا ته منجهانئن لونگ فقير نالي هڪڙي فقير ڇا ڪيو جو يڪدم پنهنجي مٿي مان ٽوپي لاهي، مٿيءَ سوڌي ڪرفتي ٻهاري، اُن ۾ وجهي کڻي اٿي هليو.

فقيرن کي ڏاڍو عجب لڳو سو اها خبر وڃي شاهه صاحب سان ڪيائون. شاهه صاحب چيو ته، ”اها ڪا عجب جهڙي ڳالهه نه آهي. لونگ تڏهن به هڪ پئسي جي لپ آهن“.

## گل پندرهون

### معجون جي دٻلي

✓

ڳالھه ڪندا آهن تہ جڏهن شاهہ صاحب، شاهہ ڪريم جي مقبري جي مٿان گنبذ اڏائڻ جي خيال سان، پنجاب مان سامان سڙو ٻيڙين تي سنڌو ندي ۾ مان ڀُنئي آيو ۽ هالن جي ڀرسان اچي لنگهيو، تڏهن نور محمد ڪلهوڙي دشمني ڪري هڪڙي معجون جي دٻلي جنهن ۾ زهر پڻ ملايل هو، سا هڪڙي قاصد جي هٿان شاهہ صاحب ڏانهن تحفہ طور ڏياري موڪلي. شاهہ صاحب اها دٻلي وٺي ڪولي درياءَ ۾ هاري ڇڏي. قاصد اهو حال ڏسي عجب ۾ پئجي ويو ۽ چوڻ لڳو تہ، "سائين، اها خاص سوکڙي توهان ڏانهن موڪلي وئي هئي جنهن ۾ قيمتي ڪشتو هو. توهان وري ان کي درياءَ ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيو"! شاهہ صاحب وراڻيو تہ، "جيڪڏهن اها آءٌ اڪيلي ڪم ۾ آڻيان ها تہ فقط مون تائين محدود رهي ها، مگر هاڻي ڀل تہ درياءَ جي مخلوق پڻ ان مان فائدو وٺي".

## گل سورهون

### الطيف

نقل آهي تہ جڏهن شاهہ صاحب، شاهہ ڪريم جي مقبري مٿان گنبذ ٺاهرائي راس ڪيو، تڏهن هڪڙي سر گنبذ جي دروازي جي مٿان هڻائي ڇڏيائين. جنهن تي لکيل هو "الطيف".

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ جڏهن شاهه ڪريم جي گادي نشين سيد عبدالواسع جي نظر ان تي پيئي تڏهن هڪدم اها سر پڙهائي چڏيائين ۽ چيائين ته، "واهه! عبداللطيف واهه! پائين تو ته هتي به پنهنجو ورثو ڪريان"!

سيد محمد صلاح نالي هڪڙي ماڻهوءَ اها سر ڪٽي اچي شاهه صاحب کي ڏني ۽ سموري ڳالهه کان پڻ واقف ڪيو. شاهه صاحب چوڻ لڳو ته، "مون، اهو پنهنجي نالي ڪاڻ نه ڪيو هو. مون فقط اهو الله تعاليٰ جي نوانوي نالن مان هڪڙو لکايو هو، جنهن جو آءٌ پڻ پانهون آهيان".

ان کان پوءِ ائين ٿيو جو سيد عبدالواسع جي پيڙهي ختم ٿي ويئي ۽ وري سيد محمد صلاح جا پويان پڳ ماڻڻ لڳا.

## گل سترهون



## سرڪش گهوڙي

هڪڙي ڏينهن نور محمد ڪلهوڙي دل ۾ دغا رکي، شاهه صاحب کي هڪڙي خارباز گهوڙي چڙهڻ لاءِ ڏني ته ڪري ڏڪ کائي. شاهه صاحب الله جو آسرو رکي گهوڙيءَ تي چڙهي ويٺو ۽ عجب وري اهو جو لغام بلڪل ڇڏي ڏنائين. گهڙيءَ کن ۾ گهوڙي غائب ٿي ويئي. ماڻهن کي پڪ ٿي ته، اڄ ضرور گهوڙي شاهه صاحب کي هلاڪ ڪندي. سو ڪي وري ان جي ڳولڻ لاءِ پٺيان روانا ٿيا.

ڪجھ وقت کان پوءِ شاھ صاحب گھوڙيءَ تي چڙھي موٽي ساڳيءَ جاءِ تي اچي حاضر ٿيو. سڀني کي حيرت وٺي ويئي، چوڻ لڳا ته، "هڪڙي تيز گھوڙي، ٻيو وري توهان ان جو لغام ڇو ڍلو ڪيو؟" شاھ صاحب جواب ڏنو ته، "جيئن ته منهنجي روح جو لغام ان قادر ڪارساز جي هٿن ۾ آهي، تيئن هن وهٽ جو لغام به مون پاڻ وٽ جهلڻ مناسب نه سمجهيو ۽ اهو پڻ ان جي ئي حوالي ڪيم."

نور محمد ڪلهوڙو ان وقت کان پوءِ شاھ صاحب کي چڱي عزت ڏيندو هو.

## گل ارڙهون

## ڪاڪ نه جهليا ڪاپڙي

هڪڙي ڏينهن نور محمد ڪلهوڙي، شاھ صاحب کي دعوت ڏني، پنهنجي جاءِ تي گهرايو. شاھ صاحب کي هڪڙيءَ اڪيليءَ جاءِ ۾ وهاري، ڪي نوجوان ڇوڪريون آزمائش لاءِ وٽس ڇڏي، پاڻ اٿي هليو ويو. نوجوان ڇوڪرين شاھ صاحب کي ريجهائڻ لاءِ گهڻئي ناز و نخرا ڪيا. مگر شاھ صاحب انهن ڏانهن اک کڻي به ڪين نهاريو.

ڪجھ وقت گذرڻ بعد جڏهن نور محمد ڪلهوڙي، شاھ صاحب کي مراقبي ۾ ويٺل اچي ڏٺو تڏهن چيائينس ته، "هي سڀئي اوهان لاءِ منتظر آهن، اوهين هنن ڏانهن

نهاريو ته ڪين ٿا". شاهه صاحب جواب ڏنس ته :

ڪاڪ نه جهليا ڪاپڙي - موهيا نه ڪنهن مال ،
جي ڇورين ڏنا ڇال - تن ته لاهوتي لنگهي ويا .

# گل اوڙيهون

## ناس جي ملامت

نور محمد ڪلهوڙي ڪئين ڀيرا شاهه صاحب ڏانهن دشمني ڪري زهر ڏياري موڪليو هو. مگر جيئن ته مارڻ ۽ جيارڻ الله جي هٿ ۾ آهي، تنهنڪري هو ڪجهه به ڪري نه ٿي سگهيو .

هڪڙي دفعي ڪا زهر ملايل شيءِ ڪنهن قاصد جي هٿان ڏياري موڪليائين . جنهن جي استعمال ڪرڻ سان شاهه صاحب کي مٿي ۾ ڦٽ ڦٽ ٿي پيا ، تنهنڪري گهوٽيل سائو انهن جي مٿان رکندو هو. يا ان جي ناس ڪندو هو ته فرحت معلوم ٿيندي هئي .

هڪڙي ڏينهن جيئن سائو جي دلي ڪٽي ناس ٿي ڏنائين ته ڏٺائين ته ٻيا فقير پڻ دليون کولي ناس ڏيئي رهيا هئا، جا تماڪ جي ناس هئي . شاهه صاحب کي اها عادت پسند نه آئي. انهيءَ ڪري ڦهرائين مندس سائو واري دلي هاري، ڪاوڙ مان فقيرن کي چيائين ته، منهنجي سائو جي دلي ڏسي ، اوهان پڻ تماڪ جي ناس جون دليون رکيون آهن !"!

**سرهاڻ** : شريعت ۾ پختي پير پائڻ کان سواءِ صوفين جو درجو حاصل ٿيڻ محال آهي، جو ته ڪن

روايتن ۾ چيل آهي تہ، "صوفي"، لفظ "صفا" مان نڪتو آهي، جنهن جي مراد آهي ته، خالص يا اجرو. اجرو انسان تڏهن ٿيندو، جڏهن شريعت تي ثابت قدم هوندو. شعريعت ئي پهرين منزل آهي. طريقت، حقيقت ۽ معرفت ان کان پوءِ آهن.

گل اوٽيهين ۾ شاهہ صاحب پنهنجي مجلس وارن کي شريعت تي قابو رهڻ لاءِ هدايت ڪئي آهي ڇو تہ شاهہ صاحب پڻ ڪامل صوفي هو. شاهہ صاحب جا اهڙا ڪئين اشارا موجود آهن، جي رسالي ۾ جدا جدا هنڌن تي ڏنل آهن:

ساري سکہ سبق - شريعت سند و سوهڻي،
طريقت کان تکو وهي - حقيقت جو حق،
معرفت مرڪ - اصل عاشقن جو.
ڪر طريقت تڪيو - شعريعت سچاڻ،
هنيئون حقيقت هير تون - ماڳ معرفت چاڻ،
تہ ثابوتي ساڻ - تہ پسڻ کان پالهو رهين.
جي پانئين جو گي ٿيان - تہ پر ڪلمي جي پار،
پنجن سان پورو رهہ - آيا ٿيهہ ۾ ٿار،
تڏهين ڏاکا ڏار - جڏهين راه سڃاڻين رب جي.

مزيدار مثال:

ڳالهہ ٿا ڪن تہ هڪ دفعي وڏاڀو فقير چوڻ لڳو تہ، "شريعت، معرفت جا زير ناف آهي".

يعني جهڙيءَ طرح ڏن جي هيٺان وار ڄمڻ انسان جي بالغ هجڻ جي نشاني آهي، اهڙيءَ طرح جيڪو ماڻهو

شريعت تي پورو پابند هوندو ته آهائي سندس معرفت ۾ داخل ٿيڻ يا صوفي بڻجڻ جي سڀ کان پهرين منزل آهي.

## گل ويهون

## گلاف مان گل

چون ٿا ته غلام شاه ڪلهوڙو، شاه صاحب جي دعا مان ڄائو هو. اهو هن طرح چون ٿا ته، گلان نالي هڪڙي ڳائڻي هوندي هئي، ان کي اولاد لاءِ بيحد سڪ هوندي هئي، تنهن هڪ ڏينهن شاه صاحب کي چيو ته، "سائين دعا ڪريو ته ڪو پٽ ملي ۽ هي ڏندو ڇڏيان". شاه صاحب خوشيءَ مان چيو ته، "گلان مان گل پيدا ٿيندو". ٿيو به ائين، جو ٿورڙن ڏينهن بعد، نور محمد ڪلهوڙي سان شادي ڪيائين جنهن مان ڪيس غلام شاه نالي پٽ ڄائو، جو سڄيءَ سنڌ جو نامور حاڪم ٿي گذريو آهي.

## گل ايڪيهون

## زور جي ميندي نه لڳندي

سيد شهمير شاه صاحب، پٽائي صاحب جي عزيزن مان هو. هو شريعت جو بلڪل پابند هوندو هو. هڪ دفعي پٽائي گهوٽ جيئن وات وٺيو پئي ويو ته ڏٺائين ته سيد شهمير شاه صاحب، هڪڙي هندوءَ کي زوريءَ مسلمان ڪري رهيو هو جو وڏي آواز دانهون ڪري رهيو هو. شاه پٽائي جڏهن اهو حال ڏٺو تڏهن يڪدم ان هندوءَ کي آزاد ڪري شهمير شاه کي چوڻ لڳو ته،

"ڪنهن کي زوريءَ مسلمان نہ ڪبو آهي ڇا؟"

قدرت جو شان ڏسو! اهو هندو ڪجهہ وقت شاهہ صاحب جي خدمت چاڪري ڪندو هو. آخر هڪڙي ڏينهن خوشيءَ سان مسلمان ٿي پيو.

## گل ٻاويهون

### دلين تي درجا

هڪڙو ٻئي بزرگ، هر هڪ سومر تي مخدوم عربي ڏياڙي جي مقبري تي زيارت لاءِ ويندو هو. واٽ تي شاهہ صاحب جو آستانو هو. ٻئي بزرگ، شاهہ صاحب جو ايترو واقف ڪونہ هو، انڪري انهيءَ اوتاري ڏانهن لڙندو بہ ڪين هو. شاهہ صاحب کي جڏهن ان جي نفرت جي خبر پيئي، تڏهن هڪڙي ڏينهن واٽ تي بيهي رهيو. جڏهن بزرگ ٻئيءَ کي ايندو ڏٺائين تڏهن اڳواٽ ڏانهنس وڌي هلڻ لڳو ۽ وڃي ان سان مليو.

شاهہ صاحب چيو تہ، "منهنجو اوهان ڏانهن اچڻ ثواب هو مگر اوهان جو مونڏانهن اچڻ گناهہ ۾ هو".

بزرگ ٻئيءَ جڏهن ان ڳالهہ جو سبب پڇيو تڏهن ٻنائي صاحب ورآڏي ڏنيس تہ، "اوهين مون کان اڻ واقف هئا، ان ڪري اوهان جو مون ۾ شڪ هو. مگر آئون اوهان کي هڪڙو عالم سمجهي ملڻ لاءِ وڌي آيس".

## گل ٽيويهون

### ٻالڪ، سوئا، چوڪو!

چون ٿا تہ شاهہ صاحب رات جو گهڻو وقت عبادت الاهيءَ ۾ مشغول هوندو هو ۽ ڏينهن جو ڪجهہ وقت

آرام ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن منجهند جو جيئن ننڊ ۾ ستو پيو هو ته اوچتو ان وقت ڪو پاڇي وڪڻندڙ ماڻهو، ”پالڪ، سوئا، چوڪو!“ جو هوڪو ڏيندو رهيو هو.

شاهه صاحب کي جڏهن انهيءَ هوڪي جو پڙلاءُ پيو، تڏهن يڪدم ننڊ مان اٿي فقيرن کان پڇڻ لڳو ته، ”ڇا جو آواز هو؟“ فقير عجب ۾ پئجي ويا ۽ چوڻ لڳا ته، ”سائين! پيو ته ڪجهه به ڪونه هو، مگر هڪڙي پاڇين وڪڻندڙ جي هوڪي جو آواز هو. جو چئي رهيو هو ته، ”پالڪ، سوئا، چوڪو!“ شاهه صاحب چيو ته ابا اهو ائين نه هو مگر اهو چئي رهيو هو ته، ”جيڪو پلڪ ستو سو چڪو“. ان کان پوءِ وري ننڊ نه ڪيائين.

## گل چوويهون

### جاڳڻ منجهان جس

هڪڙي دفعي پٽ جي ماڻهن شاهه صاحب کي اچي دانهن ڏني ته، ”پٽ جي چوڌاري پاڙيءَ جي هجڻ ڪري، رات جو مڇر تمام گهڻا ٿا ٿين، جي اسانجي ننڊ ٿي حرام ڪري ڇڏين، تنهنڪري اهڙي دعا ڪريو جو اهي مڇر هتان هليا وڃن“.

شاهه صاحب انهن ماڻهن کي چيو ته، ”ابا، اهي ته پاڻ اوهان کي غفلت ۾ رهڻ نٿا ڏين ۽ سجاڳ رهڻ لاءِ ٿا چون ته ائي الله جي عبادت ڪريو“.

## گل پنجويهون

### سيئڙي سهڻان جي کر حوالي ڪم

هڪڙو ٻڪرار هوندو هو، جو ٻڪريون چاريندو هو. هڪ دفعي انهيءَ ٻه ڪتا ڌاريا هئا، جن کي ٻڪرين جي چارڻ لاءِ موڪليندو هو. اهي ڪتا روزانو صبح جو ٻڪريون ڪاهي جهنگ ۾ وٺي ويندا هئا ۽ شام جو وري واپس گهر ڪاهي ايندا هئا. هڪڙي ڏينهن ان ٻڪرار پنهنجي وفادار ڪتن جي شاهه صاحب سان اچي ڳالهه ڪئي ۽ چوڻ لڳو ته، ”منهنجا ڪتا روزروزانو صبح جو جهنگ ۾ ٻڪرين کي ڪاهي ويندا آهن ۽ شام جو سنڀالي گهر ڪاهي ايندا آهن“.

ڪن ڏينهن پڄاڻا اهو ساڳيو ٻڪرار شاهه صاحب وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو ته، ”سائين، دعا ڪريو ته ٻڪرين مان ڪا ڪوڙو وڃي چو ته هرروز ٻه -چار ٻڪريون گهٽبيون گهر اچن ٿيون“. شاهه صاحب چوڻ لڳو ته، ”تنهنجو ويساهه انهن ڪتن ۾ هو، تنهنڪري ائين ٿيو آهي، جو چوندو هئين ته منهنجا ڪتا، ٻڪرين جي رکپال ڪندا آهن، مگر الله سائين ۾ تنهنجو يقين ڪونه هو“.

## گل ڇويهون

### سچل فقير

هڪڙي ڏينهن شاهه صاحب، درازن ۾ آيو، ته سچل فقير تي وڃي نگاهه پيس، جو ان وقت تمام ننڍو

چوڪر هو. ان ڏانهن نهاري چوڻ لڳو ته، "اسان جيڪو ڪنو چاڙهيو آهي تنهن جو ڏڪڻ شايد هيءُ چوڪر لاهيندو". ڏيو ته ائين، سچل فقير ڪان ڪير نه واقف آهي؟ هو پنهنجي وقت جو مشهور درويش ۽ شاعر ٿي گذريو آهي.

## گل ستاويهون

### خواجه محمد زمان سان ملاقات

هڪڙي ڏينهن شاهه صاحب، لنواريءَ ۾ خواجه محمد زمان صاحب وٽ ملاقات لاءِ ويو. جڏهن لنواريءَ ۾ پهتو تڏهن نوڪر کي موڪليائين ته وڃي خواجه صاحب کان اندر اچڻ جي اجازت گهري. نوڪر موٽي آيو ۽ چيائين ته، "خواجه صاحب فرمائين ٿا ته،" توهان اتي ترسو، جو آءٌ خود توهان وٽ ملڻ لاءِ اچي رهيو آهيان". اها خبر ٻڌي، شاهه صاحب ان نوڪر کان پڇيو ته، "خواجه صاحب جن ڪهڙي ڪم ۾ هئا؟" نوڪر ورندي ڏني ته، "ماٽ ۾ هئا". شاهه صاحب چيو ته، "ماٽ اهڙو ڪم آهي جو ڪڏهن به ان مان واندو ٿي نٿو سگهجي". ائين چئي پاڻ اٿي هليا ۽ اچي خواجه صاحب سان مليا. پوءِ ٻنهي ساٿين جي وچ ۾ ڪيائون ساهن ريت آهي :

**شاهه صاحب :**

سامي سفر هليا، ڪو پروڙي پند،
جن هيناهون ڪنڌ، آءٌ نه جيئندي ان ري.

خواجه صاحب :

ڪين آهين ڪين ٿين، وڃي ڪين ڪماءِ،
لاڳاپا لوڪ جا، لا سين سڀ لهراءِ،
سامي ٻوءِ سلنداءِ، ڳالهه ٻرہان جي ڳجهه جي.

شاهه صاحب :

قلم وهي ويو ڪانهن - سرتيون ڪنهن سهاڳ لاءِ،
انگ اتي لکيو - جتي نه پهچي پانهن،
ڪنهن کي ڏيان ڏانهن - ته پرين مونسين هيئن ڪيو.

خواجه صاحب :

ويهه وڃي وٽ تن - قلم جن جي هٿ ۾،
ميٽيو انگ اڳيون - واري پيو لکن،
پنو سو پاڙهن - جنهن مان پسن پرينءَ کي.

ڳالهين ڪندي ڪندي شاهه صاحب، خواجه صاحب کان پڇيو ته، ”فنا کان پوءِ ڪهڙي شي آهي؟“ خواجه صاحب جواب ۾ چيو ته، ”فنا کان اڳ ڪهڙي شيءِ آهي؟“

انهيءَ رهاڻ مان شاهه صاحب کي ڪافي خوشي حاصل ٿي. جو ڪي چون ٿا ته خود مريد ٿيڻ جي خواهش ظاهر ڪيائين مگر ڪن سببن جي ڪري خواجه صاحب اها ڳالهه قبول نه ڪئي.

**سرهاڻ :** جهڙيءَ طرح سچا موتي اجهاڳ سمنڊ مان حاصل ٿين ٿا، جن کي هوشيار ٽوٻي کان سواءِ ٻيو ڪوبه سڌ ڙيو ڳولي نٿو سگهي. اهڙيءَ طرح هن دنيا کي پڻ سالڪن سمونڊ سان مشابهت ڏني آهي، جنهن ۾ مولا سائينءَ جا طالب سچن موتين جي مثل آهن، جن جي گهڙي ڪن جي روحاني رهاڻ جو جيڪڏهن ڪنهن ذائقو چکيو ته سدائين پيو ياد ڪندو ۽ هميشه تن ۾ اها ئي تات هوندي يس. جنهن لاءِ ارشاد آهي ته :

سيوا ڪر سمونڊ جي - جت جر وهي ٿو جال،
سوڍن وهن سير ۾ - ماڻڪ موتي لعل،
جي ماسو ملينئي مال - ته پوڇارا پر ٿيئن.

انهن املهه ماڻڪ ٻندن جي وري ڪهڙي ڳالهه پڇيو؟ جيڪي پنهنجي سموري حياتي مولا سائينءَ جي طلب ۾ ختم ڪن ٿا ۽ غير الله ۾ ڪابه اميد نٿا رکن انهن جو بالڪل اتاهون دل رجو آهي. جو هنن بيتن مان صاف ظاهر آهي :

سي پوڇارا پُر ٿيا - سمونڊ سيواڻ جن،
آنڌائون عميق مان - جو تي جواهرن،
ڪانهي قيرت تن - ملهه مهانگو انجو.

ساري رات سبحان - جاڳي جن ياد ڪيو،
انجي عبداللطيف چئي - منيءَ لڌو مان،
ڪوڙين ڪن سلام - آگهه اڃئو انجي.

# گل اٺاويھون

## ڀـــاڻ

هڪڙي دفعي شاهه صاحب ڏٺو، تہ هڪڙو وڻ، جو ڪليل هوا ۽ پاڻـيءَ هوندي بہ ڦٽي سـگهو، تڏهن انجي مالڪ کان ان جـو سبب پڇيائين. جنهن چيو تہ، ”قبلا، هن کـي ڀاڻ تمام گهٽو مليو آهي، ان ڪري ٺو سڙي. شاهه صاحب انهيءَ دم ورائيو تـہ، ”بيشڪ، ادا، ڀاڻ اهڙي شيءِ آهي جا ساون کي بہ سڪائي ڇڏي“.

اتي شاهه صاحب ”ڀـاڻ“ جـي معنيٰ ”ڀـاڻ“ ڪئي آهي جنهن جي معنيٰ آهي غرور يا وڏائي.

# گل اوڻٽيھون

## ڪسڻ ڌاران ڪير، ڪري سڌ سڪڻ جي؟

هڪڙي دفعي شاهه صاحب، ننگر ٺٽي کان گهمند و گهمند و ڀـي آيو تہ واٽ تـي اوچتو هڪڙي جهنگل ۾ ڪنهن ماڻهوءَ جو آواز ٻڌائين جو سندس ڪنهن بيت جي هيءَ سٽ وري وري چئي رهيو هو:

”هيڪلائي هيل، ڀورينديس پنهونءَ ڏي“.

شاهه صاحب، جان ڪٺي ڏسي تہ اهو هڪ سچو عاشق هو جنهن کان پڇڻ تي معلوم ٿيس تہ هو هڪڙو جت هو، جـو پنهنجن ڀين ساٿين سان گڏجـي اناج ڪٺي جڏهن هالن جي ڀرسان اچي لنگهيو تڏهن ڏٺائين تہ ڪي فقير ڀٽائـي صاحب جـو راڳ، ڳائي رهيا هئا. اتـي اها سٽ

جيئن هن جي اندر ۾ ٻيهي ويٺي تيئن هن کي فقط اها ئي تنوار هئي. ٻي ڳالهه وائي نه اچيس. ٺيٺ سنڌس ساڻي اتيئي چڙهي الاهي عشق ۾ مست ٿي اچي اتان نڪتو هو.

شاهه صاحب، هن جو حال پروڙي کيس چوڻ لڳو ته، ”درويش جيڪڏهن خيال هجيئي ته ان بيت جي ٻي سٽ ٻڌايانءِ؟“ درويش عرض ڪيو ته، ”سائين، جيڪڏهن اوهان کي اچي ته مون کي ٻڌايو“.

شاهه صاحب چيو ته:

”آڏا ڏونگر لڪيون، جت سوريون سڄڻ سيلهه“.

درويش پڻ انهيءَ سٽ کي وري چوڻ لڳو. وري عرض ڪيائين ته، ”جيڪڏهن سڄو بيت اچيو ته ٻڌايو“.

تنهن تي شاهه صاحب باقي ٻوئين سٽ چئي ٻڌائي:

”ڪر ٻيلي آهن ٻيلهه، جي سور پريان جا ساڻ مون“.

انهيءَ سٽ چوڻ بعد درويش بيهوش ٿي ويو ۽ پنهنجا پساهه پورا ڪيائين.

شاهه صاحب عجب ۾ پئجي ويو. درويش کي پنهنجي هٿن سان دفن ڪري پنهنجي ملڪ موٽي آيو. پوءِ وقت بوقت چوندو هو ته:

”سي مون ڏٺا ماءِ، جن ڏٺو پرين کي،
تن سندي ڪاءِ، ڪري نه سگهان ڳالهڙي“.

# گل ٽيهون

## ڪجهه به نه

ڪن ماڻهن شاهه صاحب کان پڇيو ته، "سائين، اوهان سني آهيو يا شيعا؟" شاهه صاحب جواب ڏنو ته، "آءٌ ٻنهي جي وچ ۾ آهيان". تنهن تي انهن ماڻهن چيو ته، "سائين، وچ ۾ ته ڪي به نه آهي".

شاهه صاحب جواب ڏنو ته، "آءٌ ڪي به نه آهيان".

ماڻهن اهو ٻڌي ڪٺي مات ڪئي.

**سرهاڻ :** منهنجي خيال موجب، شاهه صاحب جو اهو طريقو هو، جنهن بابت پاڻ چيو اٿس ته :

جهڳنل هليا، سي نه پليا - راه ويندا ڦرجن،
اوتڙ سي نه پـون - جن ٻئي ڇڏيون.

انهيءَ هوندي ٻه ڪي صاحب فرمائين ٿا، ته شاهه صاحب شيعو هو، ته ڪي چـون سني.

هاڻي اوهان ئي ڪٺي فيصلو ڪريو ته ڪير هو؟

آخر هيڪڙائي حق ٿي - نه اول ٻيائي،
رام رحيم نه تن جو - جن ڏٺي ٺيائي،
پکوان نه تن پائي - جي پاسي ڇڏن پنهنجن کان.
حق پسين مان هيڪڙي - ورق ٻيائيءَ وار،
چگيءَ پت ڇڏن ڪي - سامي ساريو سار،
پنهنجن مان پاتار - پسين ورق وصال جو.

جوڙي جوڙ جهان جي - ڀاڻ ڪيائين ڀروار،
حامي هادي هاشمي - سردارن سردار،
سونهين صحابن سڻ ۾ - منجهه مسجد مٺيادار،
چار ئي چڱا چودار - هٿا هيڪاندا حبيب سين.

## گل ايڪتيهون

### سنڌيءَ جا ٻيڙا ڏي ٻار

هڪڙي ڏينهن شاهه صاحب، مدن کان پڇيو ته:
”حشر ويل حساب جي، ڪافر ڪندا ڪيئن؟“

مدن مل چيو ته، ”سائين، انهيءَ جو جواب ڪنهن موقعي تي ٻڌائيندس“.

هڪڙي دفعي شاهه صاحب ۽ مدن مل گڏجي درياءَ جي ٻيءَ پر ڏي ويا. جڏهن پتڻ تي آيا، تڏهن ڏٺائون ته ٻيڙي ماڻهن سان پوري ڀريئي هئي، تنهنڪري مهاڻي وڌيڪ ماڻهن کڻڻ کان انڪار ڪيو. مدن مل جا ڪيو جو پنهنجي کيسي مان ڪي پئسا ڪڍي مهاڻي کي آڇيائين. مهاڻي پئسن جي لالچ تي هنن ٻنهي کي ٻيڙيءَ ۾ چاڙهيو. انهيءَ وقت مدن کي شاهه صاحب جو سوال ياد آيو، سو يڪدم کيس چيائين ته، ”توهان اڳي مون کان پڇيو هو“ ته:

حشر ويل حساب جي - ڪافر ڪندا ڪيئن؟
ان جو جواب اجهو هيءَ آهي:
”هٿ جنين جا هيئن - ٻهرين پتڻ سي لنگهيندا.“

شاهہ صاحب، اهو جواب ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو.

مٿين سٽ مان سخاوت جي معنيٰ نڪري ٿي. يعني جنجا هٿ ڇوٽ هوندا، انهن کي ڪا لهر نڪو لوڏو.

سرهاڻ: تنهنڪري اسان کي گهرجي تہ جيڪي چڱا ڪم ڪرڻا هجن سي هاڻ وقت ڪري وٺون متان پوءِ پڇتائڻو پوي. تنهن لاءِ ڀٽائي صاحب چيو آهي تہ:

تانگهي ۾ تاڙي، ٻڌ پنهنجو تُرهو،
اونهي ۾ آڏي، ڪونہ ڏيندءِ ڪو ٻيو.

تتيءَ ٿڌي ڪاهہ - ڪانهي ويل وهڻ جي،
متان ٿئي اونداهہ - پير نہ لهين پرينءَ جو.

ڌڻيءَ جي درٻار ۾ سڀني هڪ جهڙا آهن ذات پات جو ڪو بہ تفاوت نہ آهي فقط عملن جي پڇا آهي.

راڙي ملان رات - نئون نياپو آئيو،
ترسيون لطيف چئي - ڏاتر ڪنان ڏات
ڪانہ پڇيائون ذات - آيا سي اگهيا.

## گل پنجيهون

## ڪلڪ ۾ ڦيرج ڪيڏهين

هڪ دفعي شاهہ صاحب وات وٺيو پئي ويو تہ هڪڙي سهڻي عورت تي وڃي نگاهہ پيس. ان ڏانهن ٻيهي نهارڻ لڳو. ان عورت نهارڻ جو سبب پڇيو. شاهہ

صاحب جواب ڏنو ته، ”آءٌ ته رڳو الاهي جلوو ڏسي رهيو آهيان.“ تڏهن عورت خيال ڪيو ته ”ڏسان ته سچو عاشق آهي يا ڪوڙو“؟ سو جهٽ پٽ شاهه صاحب کي چيائين ته، ”مون کان ته وڌيڪ هوءَ عورت سهڻي آهي!“ شاهه صاحب اجا پنهنجي نهاريو ئي مس ته عورت يڪدم ڪيس ڪياڙيءَ وٽ ڏنڊڙ ڦهڪائي ڪڍيو. شاهه صاحب هي بيت چوندو هليو ويو:

١- وڻيو وڃ وات، ڪنڌ م ڦيرج ڪڏهين،
متان لوڏي ڦير لپاٽ، لڳيئي ڏ لطيف چئي.

٢- ويئو وڃ راهه. ڪنڌ مَ ڦيرج ڪيڏهين،
اڄ يا سنجهه صباح، نيئي ڏرينديءَ ڏوڙ ۾.

## گل ٽيٽيهون

## طمع جي ٽلوار متان ڪرين مڱڻا

هڪ دفعي شاهه صاحب هڪڙو پلو گهرائي رحمو فقير کي رڌڻ لاءِ ڏنو، جو بورچي هوندو هو. جڏهن فقير پلو ڪٽي رڌڻي ڏانهن ڏي ويو ته ڪن فقيرن جي نظر وڃي پلي تي پيئي، سو رڌڻ کان اڳ ئي حصا حصا ڪري پچائڻ لڳا. بچي فقير چا ڪيو جو منڍي ڪپي رکي ڇڏي. وڳند فقير (جنهن کي ورو فقير پڻ چوندا هئا.) ان جو ڦوڙو ڪڍي پچائڻ لڳو ۽ عالم فقير جو شاهه صاحب جو ويجهو عزيز ٿيندو هو ان پلي جو پڇ وڍي رکيو. باقي پلو جڏهن رڌجي تيار ٿيو، رواج

موجب شاهہ صاحب ان کي ورهائڻ لڳو تہ هن ڏٺائين تہ ڀلو بلڪل ٿورڙو هو تنهنڪري فقيرن کان انجو سبب پڇيائين. فقيرن سموري حقيقت ظاهر ڪئي. شاهہ صاحب کين ٻڌايو تہ، ”جيئن تہ اها سيني جي وچ جي شيءِ هئي. ان ڪري اجازت کان سواءِ اڳ ئي ان مان حصو ڪڍڻ مناسب نہ هو“.

ان موقعي تي هيءَ بيت چيائين. ٻين سيني فقيرن جو نالو آندو اٿس مگر عالم فقير، جو سندس عزيز هو انجو نالو نہ ڏنو اٿس:

ڦوٽو هو ڦڪرو سو، وروءَ ور ڀيو،
ڪاڙهو ڪلين تي، ٻچي پيڙ ڪيو،
آيو جو ٽيون، تنهن ٻچي نيئي پاٽسين.

**سرهاڻ:** هن آکاڻيءَ مان انهن ڪوڙن طالبن کي سبق ٿو ملي جيڪي فقط ظاهري ڏيک رکي زباني چوندا آهن تہ، ”اسين ٻڻ الله جا طلبگار آهيون“. مگر سندن دل دنيا ئي لالچ ۽ لوڀ ۾ ڦاٿل هوندي آهي.

تنهنڪري طالب کي گهرجي تہ هڪ الله کان سواءِ ٻئي ڪنهن ۾ طمع نہ رکي. جاڪاڻ تہ ڀٽائي صاحب چوي ٿو تہ:

گندي ۽ گراهہ — جن سنامين سانڍيو،
تن کان الله — اڃا آڳانهون ٿيو.

# گل چوٿيھون

## ڏڌ ڏھي

هڪڙي دفعي شاھ صاحب ھڏا ڪٽ ناليءَ هڪڙي ڳوٺ جي ڀرسان اچي لنگهيو. خشڪيءَ لڳڻ ڪري، ڪنهن فقير کي انهيءَ ڳوٺ مان ڏڌ آڻڻ لاءِ موڪليائين ڪجھ وقت کان پوءِ فقير هٿين خالي موٽي آيو ۽ عرض ڪيائين ته، انهيءَ ڳوٺ جون زالون صبح جو سوير ڏڌ ولوڙي ڳجھڻ ناليءَ ٻئي ڳوٺ ڏانهن کڻي وڃي وڪڻنديون آهن. تنهنڪري ڏڌ ملي نه سگهيو. اها ڳالھ ٻڌي ڏيئي شاھ صاحب جرڪي طور هيءَ بيت چئي ڏنو:

* هڏا ڪٽيون هليون — : ڪُو ٻياريون ڪهي،
چڙ ڀائون ڪان ٻنتي — ڪا ڏڌ ڏهي،
ڳجھڻ ساڻ ڳهي — اوندا ڪري آئيون.

# گل پنجيھون

## ڦر وانگو

هڪڙي ڏينهن شاھ صاحب ڏٺو ته سندس ڪنهن فقير پنهنجي مينهن کي ڏهڻ کان اڳ انجو ڦر ڇوڙي ڏورڙو ڏارائي پوءِ يڪدم ڀاڻ ڏهڻ شروع ڪيو. شاھ صاحب اهو ڏسي فقير کي چوڻ لڳو ته، ”اها ته نسوري

---

* هڏا ڪٽ جي ڳوٺ جون زالون.

: ڪُپيءَ واريون يعني ڏڌ ماپڻ جي گلاس واريون.

هن ڦر سان ٺڳي ڪرڻي آهي ڇاڪاڻ تہ مينهن جو کير سندس ڦر لاءِ آهي ۽ نہ اسان لاءِ؛ تنهنڪري اسان کي گهرجي تہ ڀهريائين ڦر کي ڌارائي ڏؤ ڪرائجي ۽ باقي جيڪي بچي اهو ڏهجي.

فقير عرض ڪيو تہ، ”سائين، جيڪڏهن ائين ڪبو تہ اسان لاءِ هڪڙي ڦڙي بہ نہ بچندي ۽ سڀ کير هيءَ ڦر ڌائي ويندو“. شاهہ صاحب وري چوڻ لڳو تہ، ”اڄ تہ ائين ڪري ڏسو“. نيٺ فقير، شاهہ صاحب جو حڪم مڃي ڦر کي ڌائڻ لاءِ ڇڏيو. جڏهن ڦر ٿڻن ۾ وات وجهيو پيو هو ۽ کير پئي چوسيائين، تڏهن شاهہ صاحب چيو تہ، ”ماڻهن کي پڻ الله جي محبت ۾ ائين چهٽڻ گهرجي“.

## گل چٽيهون

## ڪٽي

هڪڙو ماڻهو هوندو هو، جو سال بسال جڏهن شاهہ صاحب کي ملڻ ايندو هو، تڏهن هڪڙي ڪٽي اچي سوکڙيءَ طور ڏيندو هو. هڪڙي سال اهو ماڻهو نہ آيو. جڏهن موٽي ٻئي سال ڪٽيءَ سوڌو اچي حاضر ٿيو، تڏهن شاهہ صاحب کانئس اڳئين سال نہ اچڻ جو سبب پڇيو. ان شخص جواب ۾ چيو تہ، هن کي انهيءَ سال ڪٽي ملي نہ سگهي هئي، ان ڪري هو اچي نہ سگهيو. تنهن تي شاهہ صاحب چيس تہ، ”اسان کي اها شيءِ نہ

گهرجي جا هڪڙي دوست ڪـي ٻئي دوست کان
جدا ڪري".

## گل ستٽيهون

## ستاڳجي سوڌهن

هڪڙي دفعي شاهہ صـاحب ڪٿي ۾ اچـي هڪڙي سـاڌوءَ وٽ مهمان ٿيو. اوچتو انهيءَ اوطاق ۾ تـي، جتي شاهہ صاحب رهيل هو هڪڙو مست اچي نڪتو ۽ سمهي رهيو. ڏٺو ويو تہ اهو مست ان هنڌ تي ڏينهن ۽ ٽـي راتيون هڪڙيءَ ننڊ ۾ ستو پيو هو.

شاهہ صاحب ان جـي حالت ڏسي، مٽي کان ويهي چوڻ لڳس تـہ، "درويش، اهـا ننڊ ڪنهن کـان سکيو آهين، جو جيڪي تو کي ننڊ ۾ نصيب آهي، سو تہ اسان کي جاڳـڻ ۾ بہ نٿو ملي".

## گل انٽيهون

## ميخاني جو ٻند

جانيءَ نالي هڪڙو زميندار هوندو هو، ان کي عنايت نالي هڪڙو پٽ هـو، جنهن کـي اوچتو لطيفي لنؤ لـڳي ويئي. جيئن تہ وڏيرو جاني، شاهہ صاحب کي ڌڪار سان ڏسندو هو، تنهنڪري پنهنجي پٽ کي ان ڏانهن وڃڻ نہ ڏيندو هو، مگر چوڪر تنهن هـوندي بہ پٹس کـان لڪي پيو ايندو ويندو هو، جڏهن پٹس کي خبر پوندي هئي، تڏهن اتان وٺي ويندو هوس.

هڪ دفعي رواج موجب چوڪر اچا پهتو ڏي مس ته سندس پيءُ پڻ ڪيس ولڻ لاءِ پوڻان اچي پهتو. انهيءَ دفعي تمام گهڻي ڪاوڙ هيس، شاهه صاحب گهڻيئي سمجهايس مگر هو چوڻ لڳو ته، "اسين عزت وارا ماڻهو، هو ڇوڪري کي ڪيئن ڇڏيون ته وڃي فقيرن سان گڏ رلي؟" انهيءَ تي شاهه صاحب چيس ته:

جاني، جڙي هنڌ، عنايت اتاهين،
چڪين ته چريو ٿئين، ميخاني جو منڌ،
آهي گهڻو اوکو، فقيريءَ جو فنڌ،
ڪين ڪيندو ڪنڌ، منجهان سڪ سيد چئي.

## اوڻيتاليهون

## قبر جو پڇاڻو

هڪڙي ڏينهن، شاهه صاحب، شاهه عنايت ۽ مدن سان ٽيئي رهاڻ ڪري رهيا هئا، قبر جي پڇاڻي بابت جا گفتگوءِ ڪئي هئائون، سا سندن شعرن ۾ عرض رکجي ٿي:

**شاهه عنايت:**

سره گڏيني سنئي، سوڙهيءَ منجهه سهي،
طرح پڇندءِ تڪڙي، هاروچا هئي،
آڏي ڏيندءِ هٿن ۾، ڪتابت ڪهي،
پنهنجي پاڻ اکين سان، واچيندين وهي،
سمر جن صحيح، تن اوکي نه شاهه عنايت چئي.

شاهه ڀٽائي :

سمر جن نه ساڃ، هوت حمايتي تنهجو،
ڪري چيچ چپر ۾، پنهون ايندو پاڻ،
ڏيندي روح رهاڻ، لحظي منجهه لطيف چئي.

مدن مل :

ميان پرائي ملڪ جي، ايندي ٻڪ ۾ ٻڪ،
واءِ گهرندء روڪڙو، حاڪيماڻو حق،
تنهان پوء مرڪ، جڏهن ليکو ڏيئي لال ٿيئن.

# گل چاليهون

## نيڪ صلاح

شاهه صاحب، شاهه عنايت ۽ مدن مل، ٽيئي جوان هڪ دفعي ڪچهريءَ ۾ محو هئا. ڳالهين ڪندي مدن مل، دوزخ جي باهه کان نجات پائڻ جي جيڪا وات پڇي هئي ۽ جيڪا صلاح ڀٽائي صاحب ۽ شاهه عنايت کيس ڏني هئي، اها هن ريت آهي :

مدن مل :

ڀٽائي ڀر جهلا، اڄهها عنايت،
سا ڪا سيکاءِ تات، جو باهه کان بچان.

شاهه عنايت :

مون، تون، آئون، اسين آهي چارئي چتان لاهه،
۽ سندي دوزخ باهه، تو اوڏيائي نه اچي.

ڀٽائي صاحب :

الف رک اندر ۾، ميم محمدا،
جٹيا ڀيڙا جان تان، لطفا لاھہ،
تہ سندي دوزخ باھہ، تو اوڏائي نہ اچي.

# گل ايڪيتاليهون

## نفس

ڳالهہ ڪندا آهن تہ هڪڙي پيري شاهہ عنايت، نفس بابت هيءَ بيت ڀٽائي صاحب کي چيو ۽ ڪائنس جواب جي طلب ڪئي :

"ماري ڪٿي مون، جي وهٽ سين وس ڪيا،
تان سيکائينس تون، منهنجي سواريءَ سنئون نہ ڪيو"

ڀٽائي کهوٽ وري انهيءَ جو جواب هيٺينءَ طرح ڏنو :

اڏورو ان، ٿورو گاهہ ڏينئينس،
آڏيءَ * اَستَغفِرُ الله جو، خاص خرخرو هڻينس،
توبہ تل، ٿاهڙ ٿڙا، حقيقت حنو، توڪل تنگ پرينس،
اَنَّ اللهَ مَعَ الصّٰبِرِيْنَ، اهو وات ڪلياٺو ڏينئينس،
لاحول وَلا قوة اِلا بِاللهِ العلي العظيم، اهو چابڪ چڪائينس،
محبت جي ميدان ۾، ٿوري ٿهلائينس،
هنپر هلائينس، تہ سوڌو اچي سيڌ چئي.

---

* الله کان توبہ ٿو گهران،
: بيشڪ الله صبر وارن سان گڏ آهي.
؟ نہ آهي قرٺ (گناهن کان) ۽ نہ آهي (چڱن ڪمن ڪرڻ جي) طاقت، مگر ساڻ مدد الله جي.

# گل پائيتاليهون

## رهنماءُ

هڪڙي اندي، شاهه صاحب کي عرض ڪيو ته، سائين دعا ڪريو ته اکيون چاق ٿين". شاهه صاحب ان وقت اوچتو وجد ۾ اچي ويو. جڏهن مونيءَ اڳئين حالت ۾ آيو تڏهن ڏٺائين ته اهو اندو تمام سرهو ڏسڻ ۾ پئي آيو. ان کان انهيءَ جو سبب پڇيائين. ان جواب ڏنو ته، "مون توهان کان اکين جي دعا گهري هئي، هاڻي منهنجون اکيون بلڪل چاق آهن ۽ آءٌ ڏسي سگهان ٿو، ان ڪري تمام گهڻو خوش ٿيو آهيان".

شاهه صاحب چيس ته، "مون کي ته ڪا خبر نه آهي. تنهنجون اکيون ڏاهڻ واري ڏاهيون آهن". ائين چئي هيءَ بيت چيائين:

✓ سوئي راهه رد ڪري، سوئي ‖ رهنماءَ،
تُعِزُّ مَنْ تَشَاءُ، و تُذِلُّ مَنْ تَشَاءُ.

# گل ٽيتاليهون

## ڏهسيڙ

چون ٿا ته شاهه عنايت الله رضوي نصر پوري، شاهه ڀٽائي جو تمام گهرو دوست هوند و هو.

---

‖ راهه ڏيکاريندڙ.

* "وڻيس ته عزت ڏئي ۽ وڻيس ته ذليل يا خوار ڪري". (ق)

هڪ دفعي ڏهيسر نالي هڪڙي ٻلوچي زميندار سيد عنايت الله کي تمام گهڻو رنجايو جو سيد صاحب کيس ٻاراتو ڏيڻي ڪڍيو. جو هن بيت مان ظاهر آهي:

* ڳاهڪي ÷ ڳڙ ڪري، = ٻلوچاڻي ٻاءِ،
واري جا ولات جي، آڻي + حويلي سين لاءِ،
ڏهيسر ڏيه مان، والي ڌون وڃاءِ،
خواجه خضر پير، ڳالهه هينئين سان لاءِ.

اها خبر جڏهن ڏهيسر کي پيئي، تڏهن يڪدم ڀٽائي صاحب وٽ پهچي آيو ۽ منٿ ڪيائين ته، "سائين، مون برابر شاهه عنايت کي رنجايو آهي. مون کي مهرباني ڪري ڪيل خطا جي ڪائنس معافي وٺي ڏيو".

ڀٽائي صاحب چيو ته، "شاهه عنايت الله، الله جو هڪڙو نيڪ ٻانهو آهي، تنهنڪري هن کي رنجائڻ نه گهرجي".

# گل چوئيتاليهون

## آخرين سفر

شاهه صاحب هڪڙي ڏينهن ڪربلا ڏانهن وڃڻ لاءِ سنيري نڪتو ته، سندس مريدن مان هڪڙي مريد عرض

* هڪ ڳوٺ جو نالو: ÷ ختم. = هڪ ڳوٺ جو نالو. + هڪ ڳوٺ جو نالو، جنهن کي هالا حويلي چون ٿا. انهيءَ مان سمجهجي ٿو ته ان زماني ۾ اتان درياءَ وهندو هو.

ڪيو تہ، ”سائين، اوهان چوندا آهيو، تہ منهنجي قبر پٽ تي ٺهندي، پوءِ آخرين وقت تي هيڏي سفر تي ڪيئن ٿا وڃو؟“ شاهہ صاحب کي اها ڳالهہ دل مان لڳي آئي، سو سفر جو ارادو لاهي ويهي رهيو.

سارو وقت خدا جي بندگيءَ ۾ گذاري، ٿورن ڏينهن بعد فانيءَ دنيا کي خدا حافظ چئي ويو.

اِنّا لِلّٰه وَ اِنّا اِلَيهِ راجِعُونَ.



✓ ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو،
اُن جي عبداللطيف چئي، مٽيءَ لڌو مان،
ڪوڙين ڪن سلام، اچي آسڻ اُن جي.

## متفرقا بيت

### ديسي

ڳائـي ڳهه ڳچيءَ ۾، پـــاتا پاڙيچن،
سـاري رات سات ڪيا، سينگار سرتين،
آورنگزيب * اطلسون، ڪي ڍائون قسمن،
جورا ججهي جوڙيسن، ٻهه ٻهه * ٻاندڻين،
* چيٽون تان چريل، چڱا چٽ * چنين،
* کهنبا هـالاري خـــوب سهڻا، ڪئين
* تسرون طرحن،
* ٻوتا ٻنگ اوچي اڪر، رتا رنـگريزن،
* بخمل * بافتا * قلڪاري، پيلا * گلبدن،
ٽونرٽڪون ستارن سين، ڪارا پٽ*پٽين،
اڳيان مـون اکين، ڪلي ڪنيائـون ڏيجڙا.

ڳائي ڳهه ڳچيءَ ۾، پـاڙيچن پـــاتا،
ڪيڏيءَ خـوشيءَ سين ڪالهه، مـون کي
پرڻايو ماتا،
ڏارين مون کي ڏن ڏنو، هيرا سرايون ساتا،

---

* هي ڪپڙن جا نالا آهن.

ٻيءَ دلاسا ٻڻ ڏنا، ويهي تنهن واتا،
جيڏين ڳالهيون جيئن ڪيون، تيئن نه ماڻيم ڪا راتا،
وڃو پوئواريون پوئتي، ٿي ڇپر ۾ ڇاتا،
قدر ڪنهن ڪاتا، هلي ڪاڻ هنسين.

ڳائي ڳهه ڳچيءَ ۾، ٻاتا ٻاڙيچين،
* نٿون بولا نڪ ۾، واريائون ورن،
ورڻا والا منڊيون، ڪڙيون سين ڪنگڻن،
ڪنمالون ڪينريون، ٻيا ٻانهوٽا ٻانهن،
ڇلا پازيب ڇڳيون، جهالر سين جهمڪن،
پونچيون واڍولا سهڻا، نسبيون سين نازن،
دهريون هس درسن وڏي، ڏولڻ سين ڏارن،
موتي لعل مٿن تي، جڙيائون ياقوتن،
هيرا جواهر هرڪنهين، ٻيا جنسار زمردن،
ماڳ ماموين، ساري سڻا سون جي.

سهسين سون رهيا، هو ڳاٽيٽو ڳهن،
سيئي لاهي سيج تي، ٿيس ١ تنها ڪان تن،
٢ ڪوڏ لاڏ ڪل ڇڏي، اڇليم اسبابن،
پوري آتڻ پرينءَ لاءِ، هليس ڍنيور جن ڍٽن،
گهنيون گهر لنگهي، ٿيس جدا ڪان جاين،
لاهي لاڳاپا لوڪ جا، ڪاهيم ڏانهن ڪرهن،
٣ طالع ٽٽو منهنجو، ڪونهي ڏوهه ڏيرن.

* اهي زيورن جا نالا آهن. ١ جدا ٢ ناز نخرا، لاڳاپا
٣ ڀاڳ ڦٽو.

نراڙ اکر نصيب ۾، لکيو () ڏرڙان منجهه : ڏکن
مون کي مُڏ نہ مکران جي، ڪاڏي ڪيچ سندن؟
رات ڀرنئي ڏـي رڻ گهڙان، منيس د رد مـن،
آءُ سچيا ڏـي سورن، هـلان هڻان هٿڙا.

## ٻروو سنڌي

آلسّلام عليڪم سپريـن، و عليڪم السّلام،
خان وهارئين ڪٿ ڏـي، جيءُ برابر جام،
ڪر وڇڻ جي ڪام! موڪل گهرم منهنجا پرين.

موڪل گهرم منهنجا پرين، جاني مونوٽ * جٽ،
ڏکيا سکيا ڏينهڙا، ڪي ڪي مونوٽ (١) ڪٽ،
= لوڙهه منيءُ جـو ! لٽ، پوءِ موڪل اٿئي
منهنجا پرين .

موڪل گهرم منهنجا پرين، جاني مونوٽ (٢) جال،
مون کي نہ ڏيکاري ڪڏهن، قادر اوهان جو (٣) ڪال،
وڃي ڪريان وصال، پوءِ موڪل اٿئي
منهنجا پرين .

---

() اصل ڪان : رولاڪن * جنّاءَ ڪر، ٽرس (١) گذار
= قبر ! پـور، بند ڪر (٢) رهه (٣) موت - ڏک .

موڪل گهر مَ منهنجا پرين، وڻان وچ مون،
تنهن وٽ آهي سيڪي، جنهن وٽ آهين تون،
پيڙي ٿيان پون، پوءِ موڪل اٿئي منهنجا پرين.

موڪل گهر مَ منهنجا پرين، رات مونوٽ رهه،
ڏکيا سکيا ڏينهڙا، ساعت مونوٽ سهه،
ٿيان متيءَ تهه، پوءِ موڪل اٿئي منهنجا پرين.

موڪل گهر مَ منهنجا پرين، رهه مونوٽ رات،
ڏکيا سکيا ڏينهڙا، صبر ڪر ساعت،
ٿيان قبر سات، پوءِ موڪل اٿئي منهنجا پرين.

موڪل گهر مَ منهنجا پرين، وارث مونوٽ ويهه،
ڏکيا سکيا ڏينهڙا، پرين اکين مِ پيهه،
آءٌ وڃان پر ڏيهه، پوءِ موڪل اٿئي منهنجا پرين.

موڪل گهر مَ منهنجا پرين، گهر منهنجي گهار،
ڏکيا سکيا ڏينهڙا، دوست دم گذار،
ڪري عزرائيل آر، پوءِ موڪل اٿئي منهنجا پرين.

موڪل گهر مَ منهنجا پرين، گهار منهنجي گهر،
ڏکيا سکيا ڏينهڙا، ساعت صبر ڪر،
ٿيان منجهه قبر، پوءِ موڪل اٿئي منهنجا پرين.

موڪل گهر ۾ منهنجا پرين - وري مونوٽ ويهه،
ڪنهن ١ اڏاسيءَ ڪان وسري - سڄڻ ٢ ماڙيهه،
مونکي اماڻي ڏيهه - پوءِ موڪل اٿئي منهنجا پرين.

موڪل گهر ۾ منهنجا پرين - جا سين تي جيان،
لالن لاءِ لطيف چئي - ڪُڙي ٢ ڪيهه ٿيان،
دوست دم ڏيان - پوءِ موڪل اٿئي منهنجا پرين.

## مارئي

٣ پونگا هو ٤ پيٽيون - هو مارن جا مڪان،
ڪي ڏينهن هت جيڏئين - هٺا گهيٽن سين گذران،
سي هند پسي سومرا - ڦري لڳا ڪان،
مارو هٺا مزمان - ٥ اٿي ويڙا اڪري.

پونگا هو پيٽيون - هو مارن جا مڪان،
چيلاچڙندا هٺا ٦ چيڪ ۾ طرحين ڪنداهٺا ٧ تان،
سي هند پسي سومرا - هينئڙو ٿيو حيران،
مارو هٺا مهمان - اٿي وينڙا ڪري.

پونگا هو پيٽيون - هو ٨ ونهين جا وٿاڻ،
ڪي ڏينهن هت جيڏئين - پريو پيتا ٩ پاڻ،
سي هند پسي سومرا - راڻم لاءِ رهاڻ،
عمر انهي ڪاڻ - ڪونن ۾ ڪڙهيو مران.

١ ڪمبخت ٢ خاڪ - مٽي ٣ پڪا ٤ جاءِون يا هنڌ
٥ وس - برسات ٦ آزاد چڙواڳ، ٧ ناز نخرا - ٿپڻ ڪڏڻ
٨ مالدارن ٩ پيالا، ڪٽورا

ٻونگا هو ٻيٺيون - هو ڳاموين جا ڳهر ،
ڪي ڏينهن اُت جيڏيُن - ڦريو چار ٻيا ڦر ،
سي هنڌ ڀسي سومرا - رنءِ رت اڀر ،
مارو منهنجا ڏر - آءٌ ڪوٺن ۾ ڪڙهيو مران.

ٻونگا هو ٻيٺيون - هو ١ ڳاموين جا ڳس ،
مارو ئڙا مليرِ ۾ - وڏي هئا وس ،
سي هنڌ ڀسي سومرا - لڙڪ وهايم لس ،
ڏوٺي مٿي ڏس - الي ويئڙا ڪري.

ٻونگا هو ٻيٺيون - ٢ چانگون نه چلين ،
٣نواليون ڀسيو ٻت ٤نجهري - ترسي تن تڙن ،
جڏو جيڻ جيڏيون - منهنجو رئي مارن ،
ڏيئي وڇوڙو ورهين - الي ويا اڪري.

ٻونگا هو ٻيٺيون - هو چانگون ۽ چيلا ،
سي هنڌ ڀسي سومرا - ڪريان رندن تي ريلا ،
بخت ٿيم ٻٽن تي - مارن سين ميلا ،
اگي ٥ سهڙن سويلا - الي ويئڙا اڪري.

---

١ ڳوٺاڻن   ٢ ڏوليون   ٣ بلڪل ماٺ - چپ چاپ
٤ ڳڙي - ڏک پيدا ٿئي   ٥ ڳڏجن

ڀونگا هو ڀيٽيون - هو پنهوارن جا ڀور،
چاريان ٿي چوڙيلئين - وڏن ۾ وهلور،
سي هنڌ ڀسي سومرا - ١سمهان ٿيم سور،
وڏي ڪنهن ضرور - ائي ويئڙا اکري.

ڀونگا هو ڀيٽيون - هو پنوهارن جا پٽ،
ڪي ڏينهن ات جيڏئين - ٿي موڪولوڙيا مٽ،
سي هنڌ ڀسي سومرا - ٢گهاءِ لڳامون ٣ گهٽ،
مارو منهنجا مٽ - ائـــي ويئڙا اکري.

ڀونگا هو ڀيٽيون - ٤چلهاهو چٽ،
ڪي ڏينهن ات جيڏئين - ٿي سنها ڪتيا سٽ،
سي هنڌ ڀسي سومرا - لڙڪ وهايم لٽ،
مارو منهنجا مٽ - ائـــي ويئڙا اکري.

ڀونگا هو ڀيٽيون - هت ڪتيائون ڪالهه،
اڄ پڻ ٥اسهيا اوڏهين - مارو ڪاهي مال،
ڪندي ٿيم مال - ائي ويئڙا اکري.

ڀونگا هو ڀيٽيون - هو اباڻا اتر جهل،
ڪي ڏينهن ات جيڏئين - هني چيلان سين چل،
سي هنڌ ڀسي سومرا - اڄن آب اڇل،
مارو هنا اصل - ائي ويئڙا اکري.

---

١ سامهون - آڏا ٢ پيار وچان ڏک يا درد
٣ دل ٤ رڌڻ پچائڻ جي جاءِ ٥ روانا ٿيا

ڀونگا هو ڀيٺيون - هو پنوهارن جا ١پلي،
٢ڪو لئين ٣مڪا ڪيترا - ڍهاٽي ٤ڏ د،
اندر جن ٥اڪنڊ - سي الي ويٺڙا اڪري.

ڀونگا هو ڀيٺيون - پنوهارن پچار،
ڪي ڏينهن ات جيڏئين - تي ٦واسيو ويڙهياوار
سي هنڌ پسي سومرا - رنم رت اپار،
٧سانپيئڙا ستار - الي ويٺڙا اڪري.

ڀونگا هو ڀيٺيون - هو لڏي ويا لوء،
وهڪ پٽ ولهارين - سدامڙي مارن هوء،
دم نہ جيان ڍرتي٤ تي - پنوهاريان پوء،
روء اپي چوء - الي ويٺڙا اڪري.

ڀونگا هو ڀيٺيون - هو پڪا هتا پاڪ،
ڪي ڏينهن ات جيڏئين - تي ملير ميڙي ماڪ،
سي هنڌ پسي سومرا - فنا ڪيس فراق،
مارو هتا مشتاق - الي ويٺڙا اڪري.

---

١ جايون ٢قاصدن جي هٽان ٣موڪليا
٤آسرو - پيغام ٥ساڙ وٽي ٦واس ڏيو ٧هڪ جيڏا.

پونگا هو پيٽيون - هو پنوهارن پاسو،
ڪي ڏينهن ات جيڏئين - ڪن ترترو ١ تماشو،
هنڌ پسي سومرا - اندر ٢ اداسو،
چري چوماسو - اُتي ويٺڙا اڪري.

پونگا هو پيٽيون - ڏٺيم اتي سچ،
مري مري اچ - اُتي ويٺڙا اڪري.

پونگا هو پيٽيون - هو ڪٽيرين ڪير،
خالي ڏسي ڪير - اُتي ويٺڙا اڪري.

پونگاهو پيٽيو - ڪلا ٿا ڪاتين،
چنا ٿا چاتين - الا چو ويا اڪري؟

پونگا هو پيٽيون - هو جيڏين جا ميڙ،
ڪڏهن ڪندو هت هو - ڪيت منهنجو ٣ ڪيڙ،
ڪڏهن ڏڏي مون هئي - هتي سڏي ٤ سيڙ،
ڪڏهن ڪئي ڪانڌهئي - ٥ چن مٿي ٦ چيڙ،
اديون عبداللطيف چئي - گهٽ چڏي ويا گهيڙ،
ڪري مارو ميڙ - اُسي ويا اڪري.

---

١ هر هنڌ ڇهڇٽو ٢ غمگين ٣ هر ڪاهڻ.
٤ ڪَئوهو، ڏار ٥ ميدان ٦ ونگار.

ڏونگا هو ڏيٺيون - هو ماروئن ماڳ ١،
ماري سانگيئڙن کي - ڪپي ٽيس ڪاڳ،
لگن منهنجي لا ڳ - اڳيئي اتان گهريو.

ڏونگا هو ڏيٺيون - هو ماروئن مال،
قادر ڪري آن سان - ڪروڙين ١قال،
ڏلي سندا ٢ ڏال - مارو ۽ ملير تي.

ڏونگا هو ڏيٺيون - هو اباڻن گهر،
اڳوڻي ڪان اڳري - قادر لهين ٣ ڪر،
رحمتي نظر - مارو ۽ ملير تي.

ڏونگا هو ڏيٺيون - منهنجو اهو ماڳ ١،
ڪڙهي هن ڪوٽ ۾ - سنڌ ين سڙيم ساڳ،
ڪڏهن ڪنديس آن سان - چري ٻنجي ٤چا ڳ ١،
اندو مون اياڳ - ٥ گنگهر گاريان ڏينهڙا.

ڏونگا هو ڏيٺيون - هي ٤ قبر جهڙو ڪوٽ،
هي ٤ وسندي نه وسندي - هتي تنهنجي ڪوٽ،
چانگهل ڏنم چوٽ - گنگهر گهاريان ڏينهڙا.

---

١ ڀول - انجام ٢ ڏلا ڍون - نعمتون ٣ سنڀال
٤ چلولا يون ٥ اهنجا - ڏکيا.

پونگا هو پيٽيون- کي کوٽن سندو کوٽ،
آڳ ١ اٺانگي گهاريان - هتي گهر ۾ رهيم گهوٽ،
مارو مون ملير جا - محب مٺا تون موٽ،
چانگهل ڏنم چوٽ- گنگهر گهاريان ڏينهڙا.

پونگا هو پيٽيون - ڪارا ڪانونبا،
منهنجن مارون ڪا - آهي رئي روح ۾ .

پونگا هو پيٽيون - هتي آهي برسات،
ساريو ساريو سومرا - روح رچايان رات،
تن ۾ جنين ٢ تات- آڳ پڻ ٣ گهوري آن تان.

پونگا هو پيٽيون - اوڏانهن آهيم ٤ آس،
وينديس آڳ وطن ڏي - پنهنجي پرين پاس،
اندر مون ٥ اداس- ڪئيرين جي ڪل جي .

پونگا هو پيٽيون - هو پونگا ۽ پاڻ،
ترت مونکي تن ڏانهن - ترهو ڏيئي تاڻ،
ڪوهيارل جي ڪاڻ- من موتي لهي مسڪين تان.

پونگا هو پيٽيون - هو واريون ۽ ولر،
پنن سندي پرتي - ڪڏهن لڏائون ڪر،
ادا ڙي عمر - گنگهر گهريان ڏينهڙا.

---

١ ڏکي ٢ يادگيري ٣ صدقي - قربان
٤ آسرو - اميد ٥ سڪ - خواهش

پونگا هو پيٽيون - هٿ هنئين جا هار،
سهسين سيد چئي - سرتيون ڪن سينگار،
عمر مون آڌار - پسند ڪن پسيءَ کي.

ڏونگا هو ڏيٺيون - هتي ماروئڙن مڪ،
مڪو نياپو نيهن مان - منجهان سانگين سڪ،
ساريو سنگهارن کي - ڏکيو ڏکيو ڏڪ،
تون تنين جي آهيئن - هئين جنين جي حق،
اتي عبداللطيف چئي - شڪي ڪندا شڪ،
آهين پرين پڪ - ڪچ تہ چتين قيد ڪان.

پونگا هو پيٽيون - هو ٿوهر سندا ٿر،
ڪڍهن انهيءَ ڪنڊئين - گابن ڪيا گهر،
ڏوريو ڏوريو ڏک مان - مون ڦريو جهليا ڦر،
ڪانڌ نہ لڌيس ڪر - ويس شايد وسري.

پونگا هو پيٽيون - خالي ٿيون ڪائين،
ماروئڙا ملير ۾ - نہ اباڻا آهين.
جي چاهہ سان چاهين - سي الي ويئڙا اڪري.

پونگا هو پيٽيون - هو واڙاهو وٿاڻ،
ڏڪي مال وٿاڻ ۾ - ڏکي پرين پاڻ،
ڪهڙي لڳين ڪاڻ - اوڻي ويئڙا اڪري.

پونگا هو پيٽيون، هو منڊن نيشان،
خالي ڏسي کنوڻيون، ڪريان ڇا بيان،
ڦري هٽي ڪان، اٿي وڻنڙا اڪري .

پونگا هو پيٽيون ، هو سورن جو سامان،
جهڙي نڪتيم جان، اٿي وڻنڙا اڪري .

پونگا هو پيٽيون، هي وڻبڙيچن واڻون،
سي هنڌ ڀسي سومرا، لڙڪن ڪيون لاڻون،
جن‌سين جيءَ (١) جاڻون، سي لاڪيٽالڏي‌ويا.

پونگا هو پيٽيون ، هي اباڻن جا کوهه ،
سي هنڌ ڀسي سومرا، رنو منهنجي روح،
مارو مٽي (٢) موهه ، اٿي وڻنڙا اڪري .

پونگا هو پيٽيون، هي اڳن اوتارا ،
سي واريا وطن تي، واڳون ويچارا ،
عمر آئين ڏاران ، مري وينديس ماڙئين .

---

(١) لاڳاپا (٢) پسنديءَ وارو هنڌ يا وڻندڙ جڳهه.

ٻونگاهو ٻيٽيون، هي (١) جاڳرسنديون جوءِ،
آءُ عمر ڄام کي، روئي چوندي سرو ءِ،
منجهي ۽ صبوح، ڏو ماه ولين سومرا.

ٻونگاهو ٻيٽيون، هي سنگهار جي جهوڪ،
تنين کي تمر چئي، ڏر چڏ ٻائون ٺوڪ،
لڏي منجهان لوڪ، الي ويڙا اکري.

م. ع. ڏيپلائي اسلاميه پرنٽنگ پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو
۽ عبدالواحد حاجي احمد ٻٽي (آدم سيلاني)
ڇپائي معروف ٻنيرا مان شايع ڪيو.

(١) ڪچهري، جاڳڻ.

# پلناموں

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ١٢ | ٢ | هنذ | هنڈ |
| ٢٢ | ٥ | ڪلاف | ڪلان |
| ٢٦ | ١٨ | سگهي | سکهجي |
| ٢٨ | ١٢ | ٻچيو | ٻچو |
| ٢٨ | ١٨ | قيرت | قيمت |
| ٢٩ | ١٢ | سذ | سڈ |
| ٣٢ | ٢١ | هيءَ | هيءَ |
| ٣٣ | ١٤ | ترسيون | لڈ ٻسون |
| ٣٨ | ٤ | ستائجي | سُتائي |
| ٣٨ | ١٥ | ٻند | مند |
| ٤١ | ١١ | تان | تات |
| ٤١ | ١٦ | آنَّ اللّٰهُ | انَّ اللّٰهَ |
| ٤٢ | ١٧ | ذ هسير | ڈ هيسر |
| ٤٣ | ٤ | ڪاهڪي | ڳاهڪي |

# ادبي دنيا ۾ خوشگوار انقلاب

سنڌياسي پبليڪيشنس حالا، قوم جي جسم مان گندي روڳن کي پاڪ ۽ صاف ڪرڻ لاءِ اڳتي قدم وڌايو آهي، نه صرف مذهبي ۽ سماجي مگر طبي ۽ درسي مضمونن ۾ پڻ قوم جي نونهالن ۾ انسانيت جي آواز بلند ڪرڻ لاءِ صحيح روح ڦوڪڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي. سنڌس پهرين پيشڪش رفيق گرامر جو ٻيو ڇاپو آهي، جنهن کي پاڪستان گورنمينٽ جي ڊئريڪٽوريٽ آف ايجوڪيشن حيدرآباد ريجن طرفان منظور فرمايو ويو آهي. ٻي پيشڪش "مٺڙيون واتيون" ڪتاب، رمضان شريف جي محبوب مهني اندر بالڪل ختم ٿي ويو.

آئنده پروگرام ۾ "رنگين گل" جو ٻهريون وارو آهي. پروردگار عالم ۾ وڏيون اميدون آهن، ته اها پيشڪش پڻ نئين رنگ ۽ ڍنگ تي جلدي قوم جي خدمت ۾ پيش ڪئي ويندي.

مٿين ڪتابن کانسواءِ سنڌ جي جدا جدا ادارن جا ڪتاب پڻ اسان کان گهر ويٺي گهرائي پڙهو. ٽپال پئڪنگ خرچ خريدار جي ذمي رهندو.

توهان جا خادم

**سنڌياسي پبليڪيشنس حالا**



رات جو 11 بجي
ٻڌا هيڪ جي
اچو. سنڌوڪاڌو، ۽
ڪمرا ۽ اعليٰ سروس.

## شبيزان هوٽل

نزد گدبس ناڪ
حيدرآباد.

---

## سبوهائي مخدومن جو قديم شفاخانو

جتي جديد سائنٽيفڪ طريقن سان تيار ڪيل حيرت انگيز يوناني نسخن سان هر قسم جي بيماريءَ جو نهايت ديانتداريءَ سان ڪامياب علاج ڪيو وڃي ٿو. مايوس مريضن کي هن بي بها نعمت مان مڪمل فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي. هيٺين پتي تي روبرو ملجي يا لکپڙه ڪجي.

**حڪيم مخدوم محمد مراد الصديقي**

**دار الشفا مفيد عام**

قاضي محلو - سبوهڻ (ضلع دادو)





# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورهه· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488